# نادوارو

(ڪهاڻيون)

امر لغاري



ڪاڇو پبليڪيشن
ڪراچي، سنڌ

كتاب نمبر
47

حق ۽ واسطا اداري وٽ محفوظ

كتاب : ناد وارو
موضوع : كهاڻيون
ليكك : امر لغاري
ڇاپو پهريون: آكٽوبر 2015
لي آوٽ : پيار گرافكس
ڇپيندڙ : ذكي سنز پرنٽرز كراچي
ڇپائيندڙ : كاڇو پبليكيشن، كراچي.
0300-2879794

قيمت: 160 رپيا

Facebook.com/ kachhopublication
E-mail: kachhopublication12@gmail.com

ISBN: 978-969-9544-36-1

**Naad Waro** (Short Stories)
By: Amar Leghari
First Edition: October 2015
Printed by: Zaki Sons Printers, Karachi.
Published by: Kachho Publications, Karachi
Room # 3/20, Abid Chambers,
New Challi, Shahrah-e-Liaquat, Karachi, Sindh.
**0300-2879794**
Price Rs. 160/-

**اسٽاكسٽ**

كاٺياواڙ اسٽور، اردو بازار،كراچي. ٿامس اينڊ ٿامس، ريگل چوك، صدر كراچي. پيٽائي بُڪ هائوس، نزد اورنگزيب مسجد گاڏي كاتو حيدرآباد. كنگ پن بُڪ شاپ، پريس كلب، حيدرآباد. كامريڊ بُڪ اسٽال، ڄامشورو ڦاٽك. اشرف بُڪ اسٽال، مسجد روڊ نوابشاهه. رابيل كتاب گهر، اسٽيشن روڊ لاڙكاڻو؛ عزيز كتاب گهر، بئراج روڊ سكر. الفتح نيوز ايجنسي، مهراڻ مركز سكر. تهذيب نيوز ايجنسي اينڊ بُڪ اسٽال، پنج گنڊ چوك خيرپورميرس، ممتاز كتاب گهر، ريلوي لائين دادو. گل كتاب گهر، نزد انڊس هوٽل، لكي در، شكارپور. مهراڻ كتاب گهر، اسٽيشن چوك، ميرپورخاص. سوجهرو كتاب گهر، غريب آباد، بدين. ناولٽي بُڪ سيلر، ميرپور ماٿيلو.

# فهرست

## ناد وارو ـ 5

# ليکڪ پاران

پاڻ بابت ڳالهائڻ ايترو ڏکيو ڪم ناهي جيترو پنهنجي ڪنهن لکڻي يا ڪتاب تي ٻه لفظ چوڻ. ڪتاب جڏهن ڇپجندو آهي ته ان تي ڳالهائڻ وارا، تبصري ڪرڻ وارا ۽ تنقيد ڪرڻ وارا کوڙ ليپي پوندا آهن. پروف جي غلطين کان وٺندي لفظن جي استعمال تائين ليکڪ کي گهٽيون ئي شيون ٻڌڻيون پونديون آهن. پرنٽنگ، مس پرنٽنگ، پني، پاڻي، قيمت ۽ ٽائيٽل بابت اڻڳڻيون ڳالهيون ٻڌڻيون پونديون آهن. مارڪيٽ ايڪانامي‌ءَ جي هن دؤر ۾ ليکڪ جي دل جي گرمائش کي تمام گهٽ ماڻهو محسوس ڪري سگهندا آهن، ڇو ته اها لفظن پٺيان لڪل تصورن، تصويرن ۽ ڪردارن ۾ لڪل هوندي آهي. مون لکڻ تڏهن شروع ڪيو جڏهن مون ڪهاڻي پڙهڻ شروع ڪئي. مان جڏهن ڪهاڻي پڙهڻ ويهندو هوس ته سدائين پاڻ کي ان ڪهاڻي‌ءَ جي ماحول ۾ محسوس ڪندو هوس. هڪڙن ڪردارن ۾ مان پنهنجي پاڻ کي ڏسندو هوس، ته ٻين ۾ انهن ماڻهن کي جيڪي منهنجا ڏنل وائنل هوندا هئا، ڪي چڱا ته ڪي لانوان، ڪي سڌا ته ڪي ڏنگا، ڪي مٺا ته ڪي ڪڙا ـ مطلب ته ڪهاڻي ڪنهن جي به هجي پر ڏسندو ان ۾ مان پنهنجي پاڻ کي هوس. ايئن ئي جڏهن مون لکڻ شروع ڪيو ته مون پنهنجي هر لکڻي‌ءَ ۾ جنهن ڪنهن جي به باري ۾ لکيو انهن مان هڪ مان پاڻ هوس، توڙي جو ان پاڻ ۽ مون ۾ عمر، وقت ۽ جسامت جي حساب سان ڪجهه فرق ضرور هو. ڪڏهن ڪڏهن ماڻهو پنهنجي پاڻ کي خوابن ۾ ڏسندو آهي، ڪڏهن ڪڏهن آرسين ۾ به، پر خوابن ۽ آرسين ۾ نظر ايندڙ ”همزاد“ ڪڏهن به هڪجهڙا نه هوندا آهن. ايئن ئي ـ مان ميان ٿو ته مان، پنهنجين ڪهاڻين ۾ موجود ”مون“ کان ڪجهه مختلف ضرور هوندس، پر هوندس مان پاڻ ئي. مان پنهنجي پاڻ کي پنهنجن لفظن، پنهنجي خوابن کان الڳ ڪري نه سگهيو

آهيان.ان ڪوتاهيءَ جو مان شروع ڪان ئي اقرار ڪندو رهيو آهيان. انسان ٽولن، گروهن، ثقافتن، مذهبن، سياسي نظامن ۽ نظرين ۾ ورهايل ضرور نظر اچي ٿو پر انسان پنهنجي ضرورتن، محبتن، نفرتن، همدردين، کِل، کهڪاءُ، موت، زندگي، ڏک، سک، خوف ۽ خوشيءَ جهڙين انيڪ هڪجهڙين وراثتن ذريعي ساڳي سوچ به رکي ٿو. انڪري مثال طور آمريڪا جو ڪهاڻيڪار ارسڪن ڪالڊويل جيڪا ڪهاڻي لکي ٿو، ان جا ڪردار ڪرشن چندر جي ڪهاڻي ۾ به اوهان کي ليندا. چيخوف ۽ موپاسان جيڪا ڪهاڻي چئي، ان جا ڪردار نسيم کرل جي ڪهاڻيءَ ۾ به نظر ايندا. ڇو ته محبت ۽ نفرت، غريبي ۽ اميريءَ جي وصفن ڪي نسلي فرق ۽ فاصلن سان تبديل نٿو ڪري سگھجي. ڪهاڻيءَ جو ڪنهن ملڪ ۾ مذهب سان ڪو به تعلق ناهي هوندو. فرق جي هوندو به آهي ته پوءِ اُهو اُسلوب ۽ آگاهيءَ جو ئي هوندو آهي. جو انهن جون لکيل ڪهاڻيون پنهنجن ملڪن جون سرحدون پار ڪري مذهبي توڙي ثقافتي لحاظ کان اوپرن ملڪن جي ڀھراڙين تائين ماڻهن کي متاثر ڪرڻ جي هر ممڪن سگھه رکن ٿيون. منهنجي ڪهاڻين جي دنيا پلي منهنجو ڳوٺ يا منهنجي مادر يومي مکيءَ ڪٺي ڇو نه هجي، پر ان ۾ چرندڙ پرندڙ ڪردار سنڌ ڌرتيءَ جا اهي ذڪارا ۽ جيءُ جيارا ماڻهو آهن، جيڪي- جي ٿورو ڌسندؤ ته اوهان جي آس پاس ضرور موجود هوندا. ايئن هڪ لحاظ کان مون اوهان کي اوهان جي پنهنجن ماڻهن سان ملائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي. ڪهاڻيون منهنجي اظهار جو ذريعو آهن. انهن ذريعي، انهن جي ڪردارن ذريعي. مان اڌڙنل ماڻهن سان ڳالهائڻ. ڪچهريون ڪرڻ. گڏجي کلڻ ۽ گڏجي روئڻ چاهيان ٿو. ڪهاڻيءَ کان وڌيڪ ان ڪم لاءِ ٻيو ڪو به موزون ذريعو مونکي ڪونه ٿو سُجھي.

منهنجي لاءِ ان کان وڌيڪ ٻي ڪا به اهم ڳالهه ڪانهي ته ڪهاڻي مونکي سنڌ، سنڌ جي نوجوانن، اديبن، خاموش پڙهندڙن ۽ سنڌي ڪهاڻيءَ ۾ دلچسپي رکندڙ ٻين ٻولين ڳالهائيندڙن سان ملايو آهي. ان رشتي کي اڃا به پختو بنائڻ لاءِ ڪهاڻيءَ جي هڪ ڊگھي سفر جي ضرورت آهي. محمد علي ماجد جي ڪوششن ۽ ڪاوشن سان هيءُ ڪتاب.اوهان تائين پهچي رهيو

آهي. مان شروع کان ئي سنڌي ادب ۽ سنڌي ڪهاڻي بابت هن جي اڻٿڪ محنت ۽ جدوجهد جو ساراهيندڙ آهيان.

منهنجي هن ڪتاب جي اڪثر ڪهاڻين تي منهنجي دوست منوج ڪمار گهٽو وقت اڳ مهاڳ جي سري هيٺ اهو مضمون لکي مونکي همٿايو هو. مان هن جي لکڻين جو سدائين کان مشتاق رهيو آهيان. پنهنجين ڪهاڻين بابت هن جي راءِ جو مان احترام ڪيان ٿو. هن منهنجين ڪهاڻين جي ڪچاين تي نہ ڳالهايو آهي. جنهن مان سمجهان ٿو تہ هن سڄي لکڻ لاءِ منهنجي همٿ بڌائي آهي. مان پنهنجي دوست ۽ ڳوٺائي منظور ملاح جو بہ ٿورائتو آهيان، جنهن بہ لفظ منهنجي تعارف ۾ لکيا. ادب ۾ منظور ۽ٽ پنهنجا گس ۽ پنهنجا پيچرا آهن. جا ڳالهہ اسان ۾ مشترڪ آهي سا هي تہ بئي مڪيءَ جا جانور آهيون، عالمي ادب جا شاگرد آهيون، ٻنهيءَ جي گڏيل دلچسپي ڪهاڻي ۽ ماحوليات ساڳي آهي.

امر لغاري

سانگهڙ سنڌ

# مهاڳ

"سنڌي ڪهاڻي مري چڪي آهي." اسان جي گرو عبدالقادر جوڻيجي ڪنهن تقريب ۾ ڳالهه ڪئي. "سنڌي ڪهاڻي جو موت گولي لڳڻ سبب ٿيو" ـ سندس اشارو نسيم کرل کي لڳل گولي ڏانهن هو ۽ سائين جوڻيجي جي بقول تہ سنڌي ڪهاڻي، نسيم کرل جي موت سان ئي ختم ٿي وئي. سائين قادر جوڻيجو سنڌي ڪهاڻيءَ جي انتقال پرملال جي دعوي ڪرڻ وارو ڪو اڪيلو شخص نہ آهي، وقت بہ وقت سنڌي ڪهاڻيءَ جي موت جا انڪشاف ٿيندا رهندا آهن. ڪن جي بقول تہ "سنڌي ڪهاڻي خودڪشي ڪئي آهي." ـ اهي سنڌي ڪهاڻيءَ جي خودڪشيءَ کي ماڻڪ جي خودڪشيءَ سان ڳنڍيين ٿا. ٻيا وري چون ٿا تہ "سنڌي ڪهاڻي عدم توجہ سبب ڏک ۾ مري چڪي آهي" ـــ انهن جي چواڻي تہ سنڌي ڪهاڻيڪارن جي اليڪٽرانڪ ميڊيا ڏانهن رخ، سنڌي ڪهاڻيءَ کي ختم ڪري ڇڏيو. پر ڇا واقعي بہ ٻن ليکڪن جي موت ۽ ٻن ليکڪن جي نہ لکڻ سان سنڌي ڪهاڻيءَ جو انت اچي ويو آهي؟ گهٽ ۾ گهٽ آئون سنڌي ڪهاڻي جي موت واري انهي دعوي سان متفق نہ آهيان. اڄ بہ جڏهن سنڌي ڪهاڻيءَ جي نبض تي هٿ رکجي ٿو تہ ان ۾ زندگيءَ جا آثار ملن ٿا. ها اها بلڪل حقيقت آهي تہ وڏن ڪهاڻيڪارن جي موت ۽ "ٻين ڪهاڻيڪارن جي "بي وفائي" سنڌي ڪهاڻي کي جهوري وڌو آهي. پر پوءِ بہ نون ڪهاڻيڪارن جي ڏنل رت ۽ ست سنڌي ڪهاڻيءَ کي اڃا زنده رکيو آهي. نون ڪهاڻيڪارن جي انهي سلسلي ۾ ڪليم لاشاري، اشتياق انصاري، جان خاصخيلي، انور ابڙو، حسن منصور، منظور جوکيو، منور سراج سميت ٻيا بہ ڪوڙ سارا نالا

شامل آهن. اهي سڀ ڪهاڻيڪار نقادن جي اعلانن باوجود سنڌي ڪهاڻيءَ کي زنده رکيو وينا آهن. اسان جي دوست امر لغاريءَ جي ڪهاڻين جو هيءُ مجموعو بہ انهيءَ جو ثبوت آهي تہ سنڌي ڪهاڻي اڃا حيات آهي، بلڪ اها مڪمل صحتيابيءَ ڏانهن گامزن بہ آهي.

پنهنجي خاندان وارن لاءِ يعقوب ۽ اسان سڀنيءَ لاءِ امر لغاري ڪو نئون نالو نہ آهي. سندس مضمون ڪافي وقت کان سنڌي ۽ انگريزي اخبارن ۾ ڇپجندا رهندا آهن. خاص طور تي انگريزي اخبارن، جهڙوڪ ڊان ۽ دي نيوز ۾ ماحوليات ۽ جهنگلي جيوت جي باري ۾ ڇپيل سندس مضمون نہ رڳو موضوع جي حوالي سان منفرد آهن، پر اهي سنڌ ۾ ماحوليات ۽ جهنگلي جيوت جي تباهيءَ جي باري ۾ انٽرنيشنل ميڊيا تي پڻ هڪ آواز آهن. انهي موضوع جي حوالي سان سندس ڇپيل ڪتاب "جت سنڌوءَ ۾ سمنڊ وهي ٿو" هڪ انتهائي منفرد حيثيت رکي ٿو. هيءُ ڪتاب سنڌوءَ جي ڊيلٽا واري علائقي ۾سمنڊ جي ڪاهہ سبب آبي جيوت کي پهتل نقصان تي امر جي ذاتي مشاهدي تي ٻڌل ڇرڪائيندڙ رپورٽ/ سفرنامو آهي. ساڳئي ڪتاب ۾ هن سنڌ جي پکين ، آبي جيوت، ڍنڍن ۽ ڍورن جي تباهيءَ تي بہ لکيو آهي. امر لغاري جيڪر ٻيو ڪجهہ بہ نہ لکي، تہ بہ اهو ڪتاب سنڌي ساهت / تحقيق ۾ سندس جڳهہ ناهڻ لاءِ ڪافي هو. پر سندس اٿاولو روح کيس مختلف ميدانن ۾طبع آزمائيءَ لاءِ وٺي ويندو آهي. جنهن جو مثال سندس ناولٽ "موکي" آهي. سنڌ جي صحرائي لينڊ اسڪيپ "مهراڻي" جي پٽن جي پسمنظر ۾ لکيل هيءُ ناولٽ پنهنجي اڇوتن ڪردارن، خوبصورت ٻولي ۽ حساس موضوع جي ڪري سنڌي ادب ۾ هڪ انتهائي خوبصورت ڪوشش آهي. ڪهاڻيءَ جي کيتر ۾ بہ امر لغاري ڪو نئون نالو نہ آهي. هن مجموعي کان اڳ سندس هڪ مجموعو "لٽ اوراٽي دنيا" جي نالي سان 1999ع ۾ ڇپجي چڪو آهي، ۽ هاڻ سندس ڪهاڻين جو هيءُ ٻيو مجموعو توهان جي هٿن ۾ آهي.

امر لغاري ڪو شهر جي مصنوعي ماحول ۾ ويٺل ليکڪ نہ آهي، جنهن جي دنيا فليٽ جي اندر هڪ ڪرسي ۽ ٽيبل تائين محدود هجي. امر

انهن ليکڪن مان نہ آهي، جن آسمان کي فقط دريءَ مان ڏٺو هجي ۽ سندن مشاهدو انهي دريءَ جي ٽڪري تائين محدود هجي. امر سنڌ جي مٽيءَ مان جنم وٺندڙ ليکڪ آهي، جنهن پنهنجي مٿان تاحد نظر آسمان ڏٺو آهي. سندس سيلاني طبيعت کيس مختلف هنڌن تي پٽڪائيندي رهندي آهي. انهيءَ سان گڏوگڏ امر وٽ عقابي مشاهداتي اک پڻ آهي، جنهن کان ننڍڙي کان ننڍڙي شئي بہ لڪي نہ ٿي سگهي، ۽ انهيءَ مٿان امر لغاريءَ جي عالمي ادب جي مطالعي وارو پسمنظر — اهو سڀ ۽ امر جو فنڪارانہ ٽيلينٽ سندس ڪهاڻين مان ظاهر آهي. توهان سندس ڪهاڻي "ناد وارو" تہ پڙهو. اها ڪهاڻي ڪنهن بہ ٻوليءَ جي ادب ۾ شاهڪار ڪهاڻي ٿي سگهي ٿي. جنهن مهارت سان امر انهي ڪهاڻيءَ جا ڪردار گهڙيا آهن ۽ جنهن خوبصورتيءَ سان انهن ڪردارن کي نڀايو اٿس ۽ وري انهيءَ مٿان نهڪندڙ ٻولي ۽ ڇرڪائيندڙ ڪلائميڪس — اهي سڀئي ڳالهيون انهي ڪهاڻيءَ کي ماڊرن ڪلاسڪ ۾ شمار ڪرائڻ لاءِ ڪافي آهن. ڪهاڻيءَ جو موضوع بہ تہ ڏسو نہ! سنڌي معاشري ۾ ايندڙ معاشي تبديلي ڪانپوءِ پڄندڙ پرندڙ سماج ۽ انهي پيچ ڊاهہ جي زد ۾ آيل ڪردارن جو درد! انهي درد کي رڳو امر ئي محسوس ڪري سگهي ٿو — ۽ انهي درد کي لفظن ۾ اوتي سگهي ٿو.

پر جتي امر سماج جي مختلف عڪسن کي چٽيو آهي تہ اتي پنهنجي ذات کي ڪڏهن بہ انهن عڪسن جي وچ ۾ نہ ٽنبيو آهي. اسان جي سنڌي ڪهاڻي / ناول جي ليکڪن جي هڪڙي پٽ آهي، سا اها تہ اهي پنهنجي ذات کان ٻاهر نڪري نہ سگهندا آهن. سندن هر لکڻي بس رڳو پنهنجي ذات جي درد جو اظهار هوندو آهي. هر ڪردار جڻ ليکڪ جي ذات جو پاڇولو هوندو آهي. ڪردار جي سنڌي ڪا انفراديت جڻ تہ هوندي ئي نہ آهي. پر امر جي ڪهاڻين ۾ توهان کي ايئن نہ ملندو. امر ڏاڍي مهارت سان پنهنجي ذات کي هر جڳهہ ٽُنبڻ کان بچائي ورتو آهي. سندس ڪهاڻين جا ڪردار نہ تہ سندس ذات جا پاڇولا ۽ نہ وري سندن اشارن تي چرندڙ ڪٺ پتليون.

امر جي ڪهاڻيءَ جو هر ڪردار پنهنجي الڳ زندگي جيئي ٿو.

ڪين پنهنجا پنهنجا درد آهن. سندن ڏپ ۾ سندن وهم، سندن خوشيون ۾ سندن غم، خيراتي نہ آهن. اهي پنهنجي انفرادي حيثيت رکن ٿا. پوءِ اهو ”ڪونج“ جو پريل هجي ـــ يا سماجي ڳهاڻي ۾ پيڙهجندڙ ”مارل“ جو ڪردار ـــ يا ”سيگل، سمنڊ ۽ سيتا“ وارو اُستاد هجي، اهي سڀ ڪردار جيئرا جاڳندا ساهہ کڻندڙ ڪردار آهن. نہ ئي ڪي ڪنهن ڪهاڻيڪار جا گهڙيل مصنوعي ڪردار.

هڪ ٻي ڳالهہ جيڪا امر لغاريءَ کي ٻين ڪهاڻيڪارن کان متاهون ڪري بيهاري ٿي، سا آهي وٿس موضوعن جي گهڻائي. اسان وٽ چڱا ڀلا وڏا ڪهاڻيڪار بہ ورجاءُ واري ڏوهہ جو ارتڪاب ڪندي نظر ايندا. وٿن سالن کان وٺي، بلڪ ڏهاڪن کان وٺي ساڳيا ڪردار ۾ ساڳيا موضوع وري وري پيا لامارا ڏيندي نظر ايندا. پر امر وٽ نہ تہ موضوعن جي کوٽ آهي نہ ئي وري ڪردارن جي. توهان کي هن مجموعي جي ڪنهن بہ ڪهاڻيءَ ۾ موضوع جو ورجاءُ نہ ملندو. نہ فقط اهو تہ موضوع مختلف آهن، پر هر موضوع کي سندس ضرورت مطابق نڀايو ويو آهي. اهڙي منفرد موضوع واري سندس هڪ ڪهاڻي ”بلبل سائين جو ڪتبو“ آهي. آئون توهان کي ڪهاڻيءَ جي موضوع جي باري ۾ اڳواٽ ٻڌائي توهان جو مزو خراب ڪرڻ نہ ٿو چاهيان. چاڪاڻ تہ منهنجو مچڻ اهو آهي تہ ڪهاڻيءَ ۾ جيسيتائين ”ڇرڪ ڪيائڻ“ Element of Shock نہ آهي، تيستائين اها ڪهاڻي مزو نہ ٿي ڪري. جيڪر توهان ڪنهن ڪهاڻيءَ جي واقعن ۾ انهيءَ جي پڇاڙيءَ جي باري ۾ اڳواٽ اندازو لڳائي وجو ٿا تہ پوءِ انهي ڪهاڻيءَ جو رس چس نڪريو وڃي. امر لغاريءَ جي تقريبن سڀني ڪهاڻين جي پڇاڙي غيرروايتي ۽ غير متوقع آهي. پنهنجي منفرد موضوعن ۽ ڇرڪائيندڙ اختتام سبب امر لغاريءَ جون ڪهاڻيون پڙهندڙن لاءِ پنهنجي دلچسپيءَ جو سامان رکنديون اچن. اهڙي منفرد موضوع ۾ اهڙي ئي ڇرڪائيندڙ ڪلائميڪس جي ڪهاڻي ”لزبن“ ـــ عورتن ۾ همجنس پرستيت واري موضوع کي انهي باريڪي ۾ سمجهہ سان شايد ڪنهن لکيو هجي.

امر لغاري جنهن ڳالهہ ۾ اڄ جي ٻين سِڀني ڪهاڻيڪارن کان متي

بيئنل آهي، سا آهي سندس ٻولي. آئون اها ڳالهه بلڪل دعويٰ سان چئي سگهان ٿو تہ جنهن خوبصورت وسعت ۽ وڻراڻپَ سان امر ٻوليءَ جو استعمال ڪيو آهي، اهڙو استعمال توهان کي چڱن ڀلن ڪهاڻيڪارن ۾ بہ نہ ملندو. ٻوليءَ جي نغمگي ۽ تازگي تہ جڻ سنڌ مان موڪلائي وئي آهي. انهيءَ جي جڳهہ تہ ٻي سُري ۽ مصنوعي ٻولي اچي ورتي آهي. جنهن هڪ تہ پڙهڻ جو سڄو رس ۽ چس ختم ڪري ڇڏيو آهي ۽ ٻيو ٺيٺ سنڌي لفظن جي استعمال نہ هئڻ سبب هاڻ اسان وٽان سنڌي ٻولي پنهنجي اصلوڪي شڪل سميت غائب بہ ٿيندي وڃي. اڄ جو نئون نسل گهڻو توڙي نج سنڌي لفظن جي اچار، معنيٰ ۽ استعمال کان اڻڄاڻ آهي. امر چاڪاڻ تہ مٽيءَ جو جائو آهي، تنهنڪري وٽس لفظن جو وڏو ڀنڊار آهي، جيڪو هُن انتهائي نزاڪت ۽ خوبصورتيءَ سان استعمال ڪيو آهي. پر ٻوليءَ جو اهو استعمال ڪنهن بہ جڳهہ تي اوپرو ۽ اجايو محسوس نہ ٿو لڳي، بلڪ اهو انتهائي فطري ۽ ڪردارن ۽ ماحول سان ٺهڪندڙ محسوس ٿئي ٿو. ”هجرتن جي موسم“ ۾ لاڏائو ڪتنب جي ٻولي ۽ لهجو بلڪل ٿر جي ماڻهن جو ئي آهي، تہ وري ”سيگل، سمنڊ ۽ سيتا“ جي ڪردارن ۾ شهري علائقي جي ٻولي ۽ حساسيت آهي. امر جي اها ئي تہ خوبصورتي آهي تہ هن لطيف وانگر پنهنجي ڪردارن کي سندن فطري ٻولي ۽ ماحول ڏنو آهي. توهان امر جي ڪردارن کي سندس لهجي، علائقائي/ پروفيشنل ترمانالاجي ۽ ماحول سان ئي سڃاڻو ٿا.

امر لغاريءَ جي ڪهاڻين جو هيءُ مجموعو هن جي سنڌي ادب سان ڪمٽمينٽ جو چٽو ثبوت آهي. امر جي ان افسانوي سفر ۾ هن جون ڪي شروعاتي دؤر جون ڪهاڻيون پڻ هونديون، پر انهن ۾ توهان کي گهرائي ۽ سونهن ضرور ملندي. اڃا امر لاءِ زندگي ۽ دنيا اڳتي آهي. اسان کي اميد آهي تہ امر پنهنجي سفر کي جاري رکندو ۽ مستقبل ۾ انهن کان بہ پختيون ۽ يادگار ڪهاڻيون ڏيندو.

منوج ڪمار
نيو هالا، سنڌ.

# نادوارو

مامن پاران قربان ڪيل لاڙي ڍڳي جي منڊي پنهنجي ڪلهي تان لاهي ايئن اڇلايائين، جڻ تہ پٽس سميت سڄي خاندان جو بار اڃي هن اڪيلي نينگر تي ڪريو هجي.

”هي وٺ، ابا.“ راڻي رت هاڻا هٿ ڇنڊيندي پيءُ کي چيو”هاڻ ناهين توڙي اڇلائي ڇڏين، پنهنجي موڪلاڻي آ.“

منڊي جڏهن ڌرتيءَ تي ڪري تہ رت جا ڇنڊا وڃيل نڙگهٽ مان اُڏامي آس پاس پڌر تي ڦهلجي ويا. سامهون ڪلي سان ٻڌل ڳابي ڇرڪ ڀري منڊيءَ ڏانهن ڌنو ۽ ڊپ وچان ڦونگارون ڏيڻ لڳي.

”اڙي ٿُڪ ٿئي، ڇورا. ٻي ڪا جاءِ ڪونہ لڌءِ، جو اڇي جانور اڳيان اڇلايئي؟“ پٽس بہ هاڻ ڪر ڪنيو. جي راڻو منڊيءَ کي ٻي دليءَ سان هيٺ نہ اڇلي ها تہ شايد احمد ايئن ئي ڪٽ تي ڍريو پيو هجي ها.

”چڱائي ڇتي، ابا.“ راڻي پاڻيءَ واري نلڪي ڏانهن رخ رکندي رستي تان ئي سامهون ٿيندي چيس، ”اُلٽو منهنجي ڪنڌ ۾ رسو. ڪراڙو تي ويو آهين، پر پراڻي پر نہ ٿو ڇڏين!“

”اڙي اِها ڇڏيان ها تہ ماڻهين پاڙو ٻهاري ڪارايئي ها ڇا! اهو نادُ ئي اٿئي جنهن جو کٽيو پيو کائين.“

”ڇڏ، ابا. هاڻ ڇا ٿو آڻين!“ راڻي رت هاڻا هٿ نلڪي جي ٿينگار هينيان جهليندي، ٻري ڪان ئي وراڻيندي چيو”هاڻ تہ تو واري اها توتاري گهوڙيءَ جا چٽا بہ نہ ٿي آڻي. ۽ اِهي تو واريون مڇون. ڏهہ سيري ڌڙي بہ نہ ٿيون کڻي سگهن. اِهي بہ ڇانگائي ڇڏ تہ چڱي ڳالهہ ٿئي!“

# ناد وارو ـ 14

”چورا تنهنجي تہ ......!!“ پٽس پادر ۾ هٿ وڌو تہ راڻو نلڪو ڇڏي بيگم مُلياڻي واري باغ ڏانهن لڪڙ تار تي ويو.

احمد. جنهن کي ڳوٺ وارا پِنبو سڏيندا هئا. هاڻ ٿورو ٿورو ڪُبو بہ ٿي ويو هو. هو هلندو هو تہ ڪنڌ جو لَهُـ هيٺ زمين ڏانهن جهُڪي ويندو هوس. سدائين نِـوڙت ۾ هوندو هو. راڻو جيتوڻيڪ سندس بي عزتي ڪري پجي ويو هو پر پُـٺ جي ان انداز گهڻو ڪجهه ياد ڏياري ڇڏيس. سوچي پنهنجي منهن چيائين، ”چئي تہ سچ ٿو. ناد هاڻي آڻي بہ ڇا ٿو! ٽريڪٽر ڊيگي جو بڻ بڻياد ئي رولي ڇڏيو آهي. ناد ڇا ڪمائي؟ رڍن ۽ ڍڳين جا پير تہ ڇلجڻ ڪان رهيا!“

پر پنبي جي دل وڏي هُـئي. هُـو هر سال هڪ نئون ناد ٺاهيندو هو ۽ ڳوٺ ڳوٺ وڃي ناد منجهان ڪوڪون ڪيرائيندو هو. پوءِ ڳوٺان ننڍا وڏا، آواز ٻڌي، هڪبئي کي چوندا هُـئا: ”ادا. پنبو آيو اٿئو!“ ان تي ننڍڙا ٻارڙا ڊڪندا ڊوڙندا، رانديون وچ ۾ ڇڏيندا. ڳوٺن جون گهٽيون ٽپندا، ان منفرد آواز پنيان ڪاهيندا ويندا هئا.

”آيو ناد وارو! آيو ناد وارو!“ ٻارڙا ڪڪرن جيئن اڏامندا ترندا ويندا هُـئا. سندن دلچسپي احمد جي ڪم سان نہ هوندي هُـئي، هو تہ بس ڊيگي جي سگهن مان نهيل اِن عجيب ايجاد مان نڪرندڙ آواز جي گونج ڏانهن ڇڪبا ويندا هئا. ۽ وڃي احمد اڳيان مُـچو ڪري بيهي رهندا هُـئا. سندن اتاوليون اکيون احمد جي ڳچيءَ ۾ ڪستي جيئن لٽڪيل ناد ۾ کپيل هونديون هيون. جنهن جو هڪ ڇيڙو ويڪرو ۽ ٻيو سوڙهو هوندو هو. هو اِن اوزار جي چقمقي آواز ڏانهن ڇڪجي ڇو ايندا هئا. تنهن جي ڄاڻ نہ احمد کي هئي. نہ وري ٻارڙن کي. پر هو منجهن مقبول ايئن هوندو هو جيئن ڪو هوڪي وارو. احمد جون مُـڇون بہ ٻارڙن جي دلچسپيءَ جو مرڪز هونديون هيون. هو ڏاڙهي ڪوڙيندو هو. پر مُـڇون ايڏيون تہ وڏيون رکيون هيائين، جو سدائين هرڪ جهڙي اچي ڦيندي اندر ويڙهي لڪائي هلندو هو. جڏهن ڪولي هيٺ ڇڏي ڏيندو هو تہ ساڄي کابي پيا نانگ بل کائيندا هئا. ۽ ٻار ٻاڻ ۾

# ناد وارو _ 15

ڳالهائي پيا ڪلندا هئا.

پوءِ احمد ويهندو هو ڪنهن وڻ جي هينيان. يا اوطاق ۾ يا اسڪول جي آڳر تي. هُن جي گهوڙي پَئي آس پاس ڍپ چرندي هُئي. ۽ هيءُ ٻارڙن کي ريجهائڻ ۾ مصروف هوندو هو.

"اڙي، ڇورا، ڏڙي تہ ڪٽي اڇوا" ڇوڪرن جي ولرڙي ۾ جي ڪو مڇن جي سانول وارو نظر ايندو هوس تہ ان کي هلڪڙي تڙي ڏيندي چوندو هو.

ڇوڪرن جي ڌڻ مان ٻہ ٽي نڪڙي ڏڙي ڪٽي ايندا هُئا. جيسيتائين ڪو ڍڳو ڍور اچي، تيسيتائين هي پيو ڪرتب ڏيکاريندو هو. مڇون ڏڙيءَ جي هٿيي مان ٽپائي، ڏيندو هو ڳنڍ، پوءِ گوڏن تي هٿ ڏيئي ڏڙيءَ کي آهستي آهستي مٿي ڪڻڻ لڳندو هو. ٿورڙي ئي دير ۾ ڏڙي سندس ڏُن وٽ پئي لٽڪندي هُئي. پوءِ ڇوڪرن کي دٻائيندي عجيب فُنڪي ۾ ايندي چوندو هو: "ڪجيوَ ڏڙي ڪونہ ٽي، ڇئو تا آيون ڪائون.....!"

سڄي ميلي مُڇي ۾ ٺهڪ گونجي ويندا هُئا. ايئن احمد هڪ وڏو روُنشو گڏ ڪنيو پيو هلندو هو. هڪ ڳوٺ مان ٻئي ڳوٺ ۾ٻئي مان ٽئن ۽ ٽئن مان چوٿين ۾. ٻارن جو ورهاڙو ايئن سدائين پيو پنيان هلندو هوس.

پنڊو پنهنجي ڪم جو بہ شاهہ ڪاريگر هو. ڏاندن جا پير ايڏي تہ مهارت سان ڇليندو هو جو مالڪ ڏسي پيو رشڪ ڪائيندو هو. امالڪ جي ڪو ونگارو ڍور ڏٺي وٽ سوال ڪٽي اچي نڪرندو بہ هو تہ گپ، ڪلر ۽ ڪُڙين واري زمين جو عُذر ڏيئي معافي وٺبي هئي تہ "يار، دل ۾ نہ ڪجانءِ، ڍڳي جا پير اجهو هاڻ ئي ڇلرايا اٿم. اجا ڪچا اٿس." اِها پنهنجي ليکي هڪ ڪِري هوندي هئي. اهو ٻڏي ٻج جي هرن وارو بہ ڍور جو مان رکي واپس موٽي ويندو هو.

احمد جو پير ڇلڻ جو طريقو بہ نرالو هو. ڏاند کي دسرائي، ٻُچڪارن ۽ هٿ جي ڇهاءُ وسيلي پٽاري سان پنهنجي پيار جو اظهار ڪندو هو. هُن جو هٿ پهريان ڍڳي جي پيشاني،ٻوٿ،وڏين ڪارين اکين، ڪنن ۽ سڱن کي ڇهندو، ان جي ڪلهن تان ٿيندو، وڃي ڪونهٽ تائين پهچندو هو. پنڊو وهٽ جي پيٽ تي هٿ ايئن گهمائيندو هو جو ڏسي

# ناد وارو ـ 16

هر ڪو پيو پنڊي جي رِيس ڪندو هو.

"پيار پنڊو ڪري ڇاڻي، ابا." وڏڙا هُن جي ساراهه جا اکر ڪنيو وينا هوندا هئا." وهٽ ڏسي پيا ڪنن جا چٽ ڪندس ۽ اکيون ڇنيپندس!"

هڪ پيري مجيري ڪالوءَ جو هاري ڏيوو پيل پنهنجو بگو ڏاند وتس ڪاهي آيو جو ڪُر چيرجي پوڻ ڪري منڊو ٿي پيو هو. پنڊي ڪُتن سان ڪارايس. چئيس: "توکي شرم ڪونه آيو جو ان حال ۾ هرن ۾ جوٽيئيس! ڏنئي ڪونه ٿي ته پٽاري جا ڪُر وڏيا پيا آهن. تورو ٿابو آيس ته چيرجي پوندا. روزيءَ سان زوري نه ڪبي آهي!"

ڍڳن جا وڏا ڪُر ڏسي پنڊو اصل باهه ٿي ويندو هو. پوءِ ويهي ڇنيپندو هونَ:"ابا، جناوَر ها هي تڏهن، جڏهن جهنگ ۾ چرندا ها. هاڻ ته تهان جي گهر جا ڀاتي آهن. گهر ڀاتين سان اهڙو سلوڪ ڪبو آهي ڇا؟"

سينيءَ جا ڪنڌ هيٺ جهڪي ويندا هئا. پوءِ هي ويهي ڇليندو هو ڍڳن جا پير، ۽ بدلي ۾ ڏيندا هيس اَن جي پاتي. اُهو به گهٽو ڪري فصل تي. پر ايئن به نه هو ته هُو ٻاهر نڪري ۽ سندس گهوڙيءَ جو توبرو ڳسڪلو نه هجي! توبري جي هڪ پاسي ۾ گهوڙيءَ لئه چٽا ته ٻئي ۾ڪُر چلارو اَن. جو هڪ طرف ٻچن جي روزي هيس، ته ٻئي طرف وڪڻي روزمرهه جون ضروري شيون وٺندو هو. ايئن ئي زندگيءَ جو گاڏو پيو گهلبو هوس.

اج جڏهن نئين ناد لاءِ راڻو پيراڻي وارن پاران عقيقي لاءِ ذبح ڪيل لاڙي ڏاند جي منڊي کڻي آيو ته احمد، پٽ تي انڪري به ناراض ٿيو جو هُن ڪڏهن به سندس ڪم ۾ هٿ نه ونڊايو هو. نه ته هو ناد ناهڻ سکيو هو ۽ نه ئي پير چلڻ. احمد کي پنهنجو ورثو پٽ ڏانهن منتقل نه ٿيڻ جو ڏاڍو ڏک هو. جيتوڻيڪ ٽريڪٽر احمد جي روزيءَ مٿان لت ڏيئي ڇڏي هئي، پر پوءِ به هُن همٿ نه هاري هئي. هو هاڻ شهر وچي گهوڙن جا سنب چلڻ لڳو هو. اتان نقد پئسا ملي ويندا هيس، جنهن سان پنهنجي ڪٽنب جي ڪفالت ڪرڻ ۾ ڪي قدر آساني ٿي پئي هيس. اج هُن کي پهريون ڀيرو پٽ کان ڪَرِيهه آئي هُئي.

"هڪڙو پٽ هوم،" پنڊو اندران آري کڻي اچي جڏهن منڊيءَ مٿان

وينو تہ سوچڻ لڳو "اُهو بہ ڪدڙو نڪتو. نہ مردن وارا ڪم سکيائين نہ عورتن وارا. سڄو ڏينهن وتي ٽٽارا ڏيندو."

احمد آري هلائي سڱ منديءَ کان ڌار ڪري ڇڏيا.

"واهہ جو ڏيکو هوا" هن دل ئي دل ۾ چيو "جڏهن هرن ۾ هلندو هو تہ پاسي واري کي گهليندو ايندو هو ۽ جي گاڏيءَ ۾ جوٽبو هوس تہ ڦونگار ميلن ۾ پئي ٻُڌبي هيس. ڏيکو نہ هو شينهن هو شينهن. گهر ۾ ٻڌيو بينو هوندو هو تہ بہ هڪڙو ئي ڪنڌار پڙ جي سونهن هوندو هو. ٻلي ٻلي! منهنجي پٽ ۾ تہ هڪڙو بہ ارڪان اهڙو ڪونہ ٿيو. نہ ٻاهر ڪيڻ جهڙو نہ گهر جي ورونهن!"

احمد سڱ وڍي منڊي ڪَلي، وڍ ٽڪ ڪري، گوشت وڏو هڪ وڏي ٿالهہ ۾ اکيون، ڪن ۽ ڪجهہ هڏا، جن کي گوشت اڃا بہ چنبڙيو پيو هو، رت جي ڍپ تي گڏ ٽيل ڪتن ڏانهن اڇلائيندو ويو. جڏهن سيني ڪمن مان فارغ ٿيو تہ، هڪ نظر گهر جي اڱڻ تي وڌائين. جوٽس ۽ وڏي ڌيءَ نظر نہ آيس. پر وڏيءَ کان ننڍي انن سالن جي مومل ياٽي ۾ مال جي متراڪن مٿان پاهہ پئي چٽي.

سڏ ڪيائينس: "امان، مومل! بابا، گوشت ڪٽي هل!"

"ها، بابا." پريان جواب آيو.

احمد گوشت وارو ٿالهہ ڪٽي پرسان اڏيل ٿانون واري پيهيءَ تي رکي ڇڏيو ۽ پاڻ نلڪي ڏانهن روانو ٿي ويو. هٿ منهن ڌوئي، تڙ ڪري، صاف سٿرو ٿي، جڏهن گهر جي آڳر تي پهتو تہ هڪ پيرو وري مومل کي سڏ ڪري اندران پيٽيءَ مان ڪپڙا ڪٽي اچڻ لاءِ چيائين. هوءَ آئي ۽ اچي ڪپڙا کٽ تي رکيائين. احمد ڪانچ جي ابداٽيءَ مان اڳٽ ڪيڏي، چلهہ تي پيل لئيءَ جي ٻارڻ مان ڪاني پيچي، ڪانچ ۾ اڳٽ وجهڻ لڳو.

جهٽ دير بعد ڪپڙا پائي، پٽڪو ٻڌي، مڇن کي تيل جو مک ڏيئي ڏاڍيا ڏنائين وٽ، ۽ پوءِ ويڙهي سيڙهي کين لڪايائين ڦيڙهہ اندر. ان بعد ناد ڪيچ ۾ ڪري . کر چلٽي، پکڙ، ڪريچٽي، ڪئينچي، ڪوڪا، چاڪو ۽ ٻيو سامان ڪپڙي جي ڳوتريءَ ۾ وجهي، هو گهوڙيءَ ڏانهن وڌيو. آهـري تان

# نادوارو _ 18

گھوڙي چوڙي ورايائين لغام. پوءِ تہ چوھو ٽي ھليو شھر ڏانھن.

شھر جي ٽانگي وارن سان احمد جي ٻن سالن کان دوستي ھُئي. اِھا دوستي تڏھن ٿي ھُئي، جڏھن تر ۾ سانُ کانسواءِ ڏيکو ڏني نہ ٿي لييو. کي آڱرين تي ڳڻڻ جيترا جوڙا وڃي بچيا ھئا. کو زمانو ھو جو احمد ٻئي ٽئن ڏينھن پيو ڳوٺ ڳوٺ جو چڪر ڪندو ھو. ھر چڪر ۾ ھڪ يا ٻن ڏڳن جا ڪُر چلي گھر موٽي ايندو ھو. پر ٻہ سال اڳ جڏھن شھر منھن ڪيائين تہ ڳوٺ ڳوٺ ٽريڪٽر اچڻ ڪري، ھاري ڏڳن مان ھٿ ڪڍي چُڪا ھُئا. لڳاتار ٻہ مھينا ھٿ ھٿ تي ڏيئي وينو رھيو. پوءِ ھڪ ڏينھن جڏھن ڪرستانن جي ڳوٺ مان ڪو گھوڙي جي سنبن چلڻ لاءِ وٺي ويس تہ ھُن کي خيال آيو شھر وڃي چو نہ گھوڙن جا سنب چلجن ۽ نالون لڳائجن. ان ڏينھن کانپوءِ ڪو ٽيون ڏينھن نہ ٿيو ھو ٻئي ڏينھن ئي شھر جي مکيہ ٽانگي اسٽان تي پھتو ھو جتي ماني عيسائي کيس نالون ھڻڻ جو ڪم وٺي ڏنو ھو. نالون تہ ھو اڳ ۾ ئي ڪرستانن جي ڳوٺ جي ٽانگن ۾ جوتيل گھوڙن کي لڳائيندو رھندو ھو. انڪري اِن ڌنڌي ۾ کيس ڪا ڏکيائي نہ ٿي ھُئي. ھو سنبن کي ڏاڍي سليقي ۽ خيال سان چليندو ھو ۽ ٻين کان پنج روپيہ گھٽ وٺندو ھو. تنھنڪري، ھُن جلد ئي اتي پنھنجا دوست ۽ گراھڪ ٺاھي ورتا ھُئا. ٻيو تہ ھُن جون مُڇون ٽانگي وارن، توڙي اتي گڏ ٿيندڙ سوارين ۽ اسٽان تي بيٺل ريڙھين وارن، دڪاندارن ۽ گراھڪن جي نگاھن جو مرڪز ھونديون ھُيون. انڪري اتي ھِن کي مفت ۾ چانھہ پيارڻ، مانيءَ کارائڻ ۽ ڪچھري ڪرڻ وارا بنا ڪنھن محنت ڪرڻ جي ملي ويا ھُئا.

ڪوچوانن مان مانون عيسائي، دوسو مري، سونو ڪوسو، فقير محمد ھن جا پڳ مٽ يار ھُئا. ٻہ سال ٿي ويا ھئا. ھنن جي ياري ۽ ٽانگي سواريءَ ۾ فرق نہ آيو ھو. ھونءَ تہ احمد شھر ستين ستين ڏينھن پيو ويندو ھو پر ھن ڀيري گھڻا پارا پوڻ ڪري ھن جي گھوڙي بيمار ٿي پئي ھئي. لڳاتار پندرھن ڏينھن تائين ھو اُن جو علاج ڪندو رھيو ھو. انڪري ھيءُ چڪر ھن لاءِ تمام گھڻي اھميت وارو ھو. رستي تي ٻہ سوچيندو پئي ويو تہ جي گراھڪ

# ناد وارو ـ 19

گهڻا لڳا تہ هو فقيري وٽ ترسي پوندو ۽ رات دير تائين پيو گهوڙن جا سنب چلپيندو ۽ نالون لڳائيندو.

ڪلاڪ جي گهوڙي سواري ڪانپوءِ هو شهر پهتو. مين اسٽان پهچي، هو گهوڙيءَ کي سامهون آري واري مشين اڳيان ڊير لڳل ڪاٺ مان هڪ سان ٻڌي اچي اسٽان جي مکيہ هوٽلڙي تي ويٺو. دلبر، جو هوٽل جو مالڪ بہ هو تہ چانهہ ڪاڙهڻ وارو بہ ، ڏاڍي گرم جوشيءَ مان ڪيڪاريس. هن وڏي وڃي ڪيس ياڪر پاتو.

”يار ڪٿي آهين؟“ دلبر چيس.

”اتي ئي ــ ڳوٺ.“ پنبڌي وراڻيو ”گهوڙي بيمار ٿي پَئي هئي، پئي علاج ڪيومانس.“

”هاڻ ڪيئن آ؟“

”خوش آ.“

احمد چانهہ جو چئي هيڏانهن هوڏانهن لوُنٽا هڻڻ لڳو. هن کي لڳو تہ اسٽان ۾ ڪا تبديلي آئي آهي، جا هُن جي اکين ۾ سجايل پراڻي نقشي کان بنھ مختلف آهي. اڳي جتي تانگا قطار ڪري بيهندا هُئا، اُتي هاڻ ڪپڙي جون ريڙهيون لڳائڻ وارا اچي بيٺا هُئا. روڊ جي هُن پر جتي هُن گهوڙي ٻڌي هُئي، بہ نانگي وارا بيٺا هئا، جيڪي ڪرستانن جي ڳوٺ لاءِ سواريءَ جي انتظار ۾ هئا. هِن پر، جتي ريڙهين وارا بيٺا هئا، اتي شهر جي سواريءَ لاءِ تانگا بيهندا هُئا. احمد کي لڳو جڻ تہ اسٽان منجي ويو هجي!

”يار دلبر، مون وارا سنگتي نظر نہ پيا اچن؟“

”الاءِ!“ دلبر وراڻيو ”مانون تہ اتي پريان بيٺو هو باقي ٻين تہ تانگا ئي کپائي ڇڏيا آهن.“

”کپائي ڇڏيا آهن! ڇو؟“ پنبڌي کي حيرت وٺي ويئي.

”سواري لڳڻ ڪونہ پئي، سو رڪشا وٺي ڇڏيئون!“

”رڪشا؟“ احمد دل ئي دل ۾ سوچيو ”رڪشا ــ ها ـ ها هي تي ڦيٿي سواري، چنچي.“ هن کي چنگچي چوڻ نہ پئي آيو. احمد کي خبر هُئي تہ

# نادوارو ـ 20

رڪشا شهر ۾ هلن پيا، پر اِها ڄاڻ نہ هيس تہ رڪشا ٽانگن جي جاءِ والاريندا.

هو گهري سوچ ۾ پئجي ويو. چانهہ سندس سامهون پَئي رهي.

ڪٿان ڪان مانون بہ رلندو ڦرندو آيو. احمد کي ڏٺائين تہ جيءُ پيو.

"آ...... پنڊا، ڪهڙا حال آهن؟" هُن وڏي احمد کي ڀاڪر پاتو ۽ چابڪ هن جي هٿن مان ڪري پيو.

"حال تہ ڀلا آهن. پر هي پاڻ وارا سنگتي ڪيڏانهن ويا؟"

"سنگتي رڪشا پيا هلائين. توکي ناهن مليا؟"

پنڊو ٿورو ٿورو پريشان ٿيڻ لڳو.

"نہ نہ. مونسان تہ ناهن مليا. مان تہ اڄهہ هينئر آيو آهيان."

"چانهہ پي، ٿڌي ٿي ويندءِ" مانون هن جي سامهون چانهہ جو ڪوپ ڏنو تہ چيائينس، "ايندا آهن هتي. خوش خير عافيت ڪري موٽي ويندا آهن."

"يار، آئون بہ ٽانگو وڪڻي رڪشا ٿو وٺان." مانون ٿورو رڪي جڏهن اِهو چيو تہ احمد کي اهڙو تہ گُهنو آيو جو چانهہ نڪ مان ٽوٽاريون ڪري وهڻ لڳس.

"ڇا ٿيو احمد؟" مانون پريشاني وچان پڇيس. پوءِ جڏهن نجهائي سندس منهن ۾ ڏٺائين تہ هن جي اکين ۾ پاڻي هو ۽ وات مان گِگ پئي وهيس. پنڊي جي اڌ چانهہ گهُٽو ايندي ئي هارجي وئي هئي.

"ڪجهہ بہ ناهي، يار. تو ڳالهہ ئي اهڙي ڪئي."

اهو بہ سنو ٿيو جو احمد چانهن ٿڌي ڪري پئي پيتي، نہ تہ اڄ سندس نڪ جو خير نہ هو. نڪ ۽ واڇن وٽان چانهن جا نشان متائڻ لاءِ هو اتان اٿيو ۽ وڃي پاڻيءَ جو چنڊو منهن تي هنيائين. پوءِ موٽي آيو تہ مانون کان پڇيائين، "تون ٽانگو ڇو ٿو وڪڻين؟"

مانون چيس، "اڌ ڳوٺ وارن ٽانگا ڪپائي چنگچيون وٺي ڇڏيون آهن. هلڻ ۾ بہ تيز آهن تہ چڪر بہ جام ٿا لڳن. ڪمائين بہ مونکان گهڻو ٿا. سواري بہ هاڻي ٽانگي تي نہ ٿي ويهي."

احمد کي لڳو هن جو هڪ هڪ لفظ ٻرڻي بنجي هن جي اندر

ڀرلهي رهيو هو.

”تہ هاڻ سواري ٽانگن تي نہ ٿي ويهي؟“ احمد کي الائي ڇا ٿيو جو اتاولو ٿي پڇيائين.

”جتي چار چڪر ڳوٺ جا هڻندو هوس، اُتي هاڻ هڪڙو ٿو لڳي. بُک تہ ڪونهي مرڻو يار!“

مانون جي چانهہ آئي، هو بہ چانهہ پيئڻ لڳو. احمد خاموشيءَ ۾ الائي ڇا ڇا سوچيندو رهيو. پوءِ لوُنڊو هٽي پنهنجي گهوڙيءَ ڏانهن ڏٺائين. نہ هورا هيس نہ کورا، نہ لوُنڊا ٿي هنيائين نہ هٽڪارا اڄ هـُن جي گهوڙي بہ خاموش هئي. احمد جيئان هو بہ ڪجهہ سوچي رهي هئي. ڪٿي احمد هن کي وڪڻي تہ نہ ڇڏيندو؟ گهوڙي ڇا سوچيندي. گگدام ويچاري! هن کي ڪهڙي خبر تہ احمد هن لاءِ ڇڻا ڪيڏي نہ مشڪل سان گڏ ڪندو هو!

ويني ويني احمد گهڻو ڪجهہ پروڙي ورتو.

هـُن جي يارن رڪشا پئي هلايا. ڪن ٽانگا ڪپائڻ لاءِ پئي سوچيو ۽ جيڪي بہ ٿي بينا هئا. تِن احمد کي کيڪاريو بہ ڪين. صورتحال اهڙي ٿي ويئي، جو احمد اُتان اٿيو. مانون کان موڪلائي، دلبر کي ڀاڪر پائي، اکين ۾ ڳوڙها لڪائي اچي گهوڙيءَ تي چڙهيو. گهوڙيءَ جي لغام ڇڪي ڪيائينس واءُ ڏينهن! ڳوٺ وڃڻ کان اڳ هو ڪرستانن جي ڳوٺ لٿو جتي سندس استقبال لاءِ رڪشا اڳ ۾ ٿي بينا هئا. هن ڪنهن ڏانهن بہ ڪونہ ڏٺو. گهوڙيءَ کي هڪ پٿر سان ٻڌي، ڇڪيائين حجم ڏي. حجم نوُلو ماٺهو ڏسي حيران ٿي ويو. ويتر جو مڇن تي نظر پيس تہ عجيب تجسس مان ڏانهس ڏسڻ لڳو. احمد مڇون پٽڪي جي ور مان ڪڍي پنهنجي سيني تي لٽڪائي ڇڏيون. پوءِ جڏهن آرسي ۾ ڏٺائين تہ پاڻ کي بہ نہ ٿي وڻيو.

هري هري ڪري وار نهرائڻ واري ڪرسيءَ تي چڙهي ويٺو. پنيان حجم کي ادب ۾ الف جيئن ڪڙو ٿي بيٺل ڏٺائين تہ مڇن جي هڪ پاسي کي هٿ ۾ جهلي ڪيس وڍڻ جو اشارو ڪيائين. حجم پريشان ٿي ويو.

”سائين خير تہ آهي؟“ هن پڇيس.

# ناد وارو ـ 22

”مڙئي خير آهي.“ احمد چيس، ”جلدي ڪر، مونکي اڳتي وڃڻو آهي.“

حجم ڪئينچي ڪٽي جڏهن سندس مڇن تي رکي ته اوچتو هن جي نظر احمد جي ڪچ ۾ لٽڪيل ناد تي پيئي.

”هي ڇا ڪنيو اٿئي، سائين!“

”زناورن جون نشانيون آهن، يار. وڏڙن ڪان مليون آهن.“

هن وڏڙا ايئن چيو جڻ ته هـُـن جا سڀ جانور مري ويا هجن.

احمد مڇون چنبائي آرسيءَ ۾ ڏٺو. پاڻ کي ڏسي هـُـن کي ايترو ئي شرم آيو جيترو ڪنهن کي پهريون پيرو مڇون ڪوڙائڻ تي ايندو آهي.

نائيءَ کي پيسا ڏيئي، ڇڪيائين گهر ڏانهن. جيئن ئي گهر پهتو ته گهوڙيءَ کي ڪـُـليو ڇڏي گهر جا تانوَ ڦلوڙڻ لڳو. مومل جيئن ئي پٽس جي ڇانگيل مڇن ڏي ڏٺو ته هو ڊوڙ پائي پنهنجي وڏي پيڻ صابل کي سڏي آئي، جنهن وينئي سندن ماسيءَ جي گهر ماين سان گڏ سيپ سبيو.

توري دير ۾ مومل، صابل ۽ جوڻس سندس سامهون بيٺيون هيون. بارڙيون ته پيءُ جي منهن ڏانهن ڏسي ڏسي پئي کليون، پر ماچس ڳولي، جيڪو مچ هن مچايو هو، تنهن ڪان جوڻس ڊڄي وئي هئي.

”مـُـئا، ڇا تو ڪرين؟“

”ڪجهه ڪونه تو ڪريان. تون پريشان نه ٿي.“

هو ڪانيون پيندو باهه ۾ وجهندو پئي ويو. ڪنهن مهل ناد ڪڍي اڇلايائين باهه ۾. جوڻس لوهه ڪري ڪڍڻ جي ڪوشش ڪئي. پر هن.. ٻانهن ڪان جهلي ورتس.

”سڙڻ ڏينس!“ احمد جي اکين ۾ اُلا هئا. ”هاڻ جڏهن ڪمائي نه ٿو ته گهر ۾ رکڻ مان ڪهڙو فائدو؟ ڪهڙو فائدو اُن شيءَ مان جو ڪمائتي نه هجي. هڏ حرام، بيڪار مـُـردن جيئن! ۽ تو وارو هو چورو...“ احمد جي اکين مان پاڻي ٽمڻ لڳو: ”هڏ حرام ـ چوانس پيو ته ڪجهه سـِـڪ. ڪو ڪم ڪر. خبر ٿئي ته ڇا پيو چوي..؟ چئي پيو ته بابو ٗجيئرو آ. چو ڪمايان...! سڏينس، هاڻ، سڏينس. چئينس ته اچي اکين سان ڏسي. پٽس کي موت اچي چڪو آهي.“

# ناد وارو _ 23

ناد سڙي رک ٿي چڪو. هو هُـڳ تان هلي اچي کٽ تي ڪريو. پٽڪو لاهي ڪيائين سيرانديءَ هينيان ۾ ڍري پيو. جوٽس ۾ وڏي ڏيءَ پريشانيءَ منجهان روئڻ لڳيون. ننڍڙي مومل بہ پريشان ٿي ويئي تہ آخر گهر ياتين ڪي ٿيو ڇاهي، جو سڀ پيا روئن؟ هوءَ هلڪڙا هلڪڙا قدم کڻندي پٽس وٽ پهتي. پنهنجو معصوم ننڍڙو هٿ کٽي هـُن جي وڏيل مـُڇن تي رکيائين، جيڪي هـُن کي عجيب ۽ پـُراسرار پئي لڳيون. احمد جيئن ئي مومل جي آڱرين جي ڇهاءُ کي محسوس ڪيو تہ هڪدم اُٿي کٽي سيني سان لاتائينس. مومل جي منهن ۾ تڪيندي بس ايترو چيائين."امان، تون هلي ڪيڏ. الله ڀلي ڪندو. بابنهن کي ڪجهہ بہ ناهي ٿيو. بس هـُن پاڻ کي تبديل ڪرڻ ۾ ڪجهہ دير ڪري ڇڏي آهي. هي انهيءَ ڪوتاهيءَ جا لـُڙڪ آهن. امان، اُن دير جا، ٻيو ڪجهہ بہ ناهي. مالڪ ڀلي ڪندو!"

ايئن چئي هو وري کٽ تي ڍري پيو.

# فوجيءَ جي ڏاڙهيءَ ۾ ڪڪ ڪئين ڦاٿو؟

ڇهه سال اڳ مارل جي شادي سنڌ جي ٻئراجي علائقي، ڀوري مراد جي هڪ ڏورانهين ڳوٺڙي ’ڏڪيرا جي هڪ فوجيءَ سان ٿي. ساليانِي موڪل جي شاديءَ وارن ٻن مهينن ٿي ڪيس پيري چڙيو هو. جڏهن سپاهي پنهنجي پلٽڻن ڏانهن موٽ پئي ڪاڏي تڏهن هن جي نئين نويڪلي ڪنوار جي هڪ هڪ عضوي ۾ تبديليءَ جا نت نوان گئونچ پئي ڦٽا. ٽن جوان ڀائرن واري گڏيل خاندان ۾ هوءَ سڀ کان وڏي ولي عهد سان پرڻي هئي، باقي ٻن ننڍين ولي عهدن ڀنيءَ جو اناسٽرو ٿي سنڀاليو. مڙسن جون ٻه ننڍڙيون ڀينرون اڃا اٽساماڻيل هيون، ۽ سندن مڙهي ڀيءُ ٻه وڃي هاڻ ڪٽ جهلي هئي. ماءُ ٻه حال حيات هين، پر سندن ڀائر اهڙا ته سست ۽ ٿوتي نڪتا، جو نه ڪو ڪم ڪن ۽ نه وري گهر مان ٻاهر نڪرن. سڄي خاندان جي ڪپڙن ڏوئڻ کان وٺندي ڪک ڪاني، گاهه ٻني ۽ ماني پاڻيءَ جو بندوبست هِن اڪيلي نار تي. واهه. نارِ جي زندگيءَ ٻه ڇا آهي!

مالهه سان ٻڌل لوتيون ڪڏهن پاڻيءَ بنا نه موٽايائين. قدرتي چشمي جيئن هِـن نينگريءَ جي هر هڙ مني. هرڪو ڀيو ساراهه جا ڍُڪ پيريس. ڀلا هوءَ ڪري ٻه ڇا؟ سڄي واڙ جي اڪيلي ڏراڙا ڪار ٻوتيءَ کان دنبي تائين هر ڪنهن جي وات ۾ گرنهه وجهٽو هوس. اِهو ئي سندس مڙس جو پهريون ۽ آخري سبق هوس.

هـُن جي مصيبتن ۾ واڌارو تڏهن آيو جڏهن سندس سهري لاڏاٽو ڪيو. هاڻ گهر جو ڏٽي وڏو ڏير. گهر کان ٻاهر گاهه جي ڀنارڪ ڪرڻ وڃي ته ٻه ڏير گڏ. جي پاڻي ڀرڻ وڃي ته ٻه اڳيان. جي جهنگ جي خيال سان

# نادوارو _ 25

نڪري تہ بہ وينو آهي گهڻي وٽ. چئي:

”رنون اڪيليون نہ ڇڏجن. متان ٿڙي نہ وڃن!“

سس جو لَهُ پنهنجي پُٽ ڏانهن، ۽ هوءَ سچو ڏينهن پهري هيٺ نيٺ تہ ڪوٽ جا ڪينگر پڳا. مائي تہ ڪونہ پڳي پر مڙد مٿيءَ جو رانديڪو پڇي وڌو. گاهہ لٽندي، پري ٻنيءَ ۾ ڏير وچي ڪيس ڪانبي سميت قابو ڪيو. گهڻي ڇڪ ڇڪان کان پوءِ ويچاري ڪٽي هٿيار ڦٽا ڪيا. گڏهہ پرباش تي وچي ڪسيءَ ۾ ڪِريو. سَندَ سَندَ کُلي پيس. فتح تي ڏند ٽيڙي هينگڻ لڳو.

ساڳي پري هُن جي مٿي تي، ۽ هيءُ اڳيان. روز گهر کان ٻني ۽ ٻنيءَ کان گهر. وٺ وٺان، دس دسان، رڙيون، هينگون ۽ ساڳيا پيچرا.

ڳوٺ ۾ ڳالهيون هُرڻ لڳيون. ويجهن مائٽن اعتراض واريو.

”گنهوَر کي پاجائيءَ سان گڏ ووٽن ۾ وچي گاهہ وڍرائي اچڻ سونهي نہ ٿو“ فوجيءَ جي سؤٽ هُن جي سس کي چيو. سس بہ هُئي باهہ جي نهيل. پيڙ تي همراهہ تي وري:

”يلا، تنهنجي تہ..... جي زبان مان ڪا ڳالهہ ڪيئي تہ رت ڪتا بہ نہ چٽيندءِ!“

مارا چا تہ اٽڻي هُئي زائفان جي! نہ ڳالهہ گنهور تائين پهتي نہ وري، گنهور جي پاجائي تائين. وقت جو گاڏو رينگندو رهيو.

هُن مڙس جي غير موجودگيءَ ۾ پنجون بار جڻيو. اڳين بارن جيئن هن پيري بہ سڄي لڏي جو ڪم سندس ماءُ اچي ڪيو. ماضيءَ جيئن هن جي ڏير وڏي بيچينيءَ سان هن جي چاڪ ٿيڻ جو انتظار پئي ڪيو. پر هن پيري هن پنهنجي اندر ۾ وينل روائتي عورت کي گهٽي ڏيڻ جي هڪ ڪوشش ضرور ڪئي.

موقعو تاڙي پنهنجي ماءُ سان وڏي ڏير جي غير واجبي سلوڪ جي شڪايت ڪيائين. ڏيءَ کي طلاق جي ڏپ ۽ پائرن ۾ ڏڦيڙ جي خصري ئي سامهون رکي، هُن بہ صلاح ڏنس تہ ناماں، ٻڙڪ بہ ٻاهر نہ ڪيو! جيئن پيو گاڏو هلي تيئن پَئي گيڙ. نہ تہ ڪجهہ بہ نہ رهندو. پَئي خاندان ڇيهون

ڇيهون ٿي ويندا. مڙد ماڻهو گهيٽي آچار، وڙهي وڙهي زمين ۾ گهڙي ويندو پر عورت جو ٽِڪو پراڻي ڪنڌي جيئن پيو سندس ماس ۾ چڀندو. نياڻيءَ جي کهڙي زبان، امان، ساماڻ ڪان پوءِ جي وڏي ڇڏجيس ته به سندس زندگيءَ ۾ ڪو فرق نه ايندو!“

تحفظ جو اِهو ليڪو به لتاڙجي ويو. ڏير هُن جو مڙس بڻجي ويهي رهيو. ماني به سندس هٿ جي کائي، ڪپڙا به ڪانئس ڌوئرائي ۽ چانهه به هُن جي هٿ جي ٺهيل پيئي. اهي سڀ ڳالهيون ڳوٺ ۾ پئي هليون. پر ڪير ڪنهن جي وچ ۾ اچي! اهڙي نموني هوءَ به پلجي وئي ته ڪو پيو به آهي، جو سندس مڙس آهي!

ٻن سالن ڪانپوءِ فوجي رنل بهار جيئن نمودار ٿيو. زالهنس ڪي ايئن پيو پاسي جڻ ته هوءِ ڪنهن اجنبيءَ سان ستي پئي آهي. هر وقت ننڊ ۾. جڻ ته ڪنهن ڏکي جنگ تان موٽيو هجي. صبح جو اُٿي ته يارن دوستن ڏانهن هليو وڃي. پڳهار ته هونءَ به ڪڙو هوس، سو ويهي وقت چو وڃائي! گهر پيو ويهي ته جوڙس جي ڪا نه ڪا ڳالهه بٽ مان ٻاهر ڪڍيو ڇڏيس. سو ”جوڳي رمندا ڀلا“ مصداق پيو جهر جهنگ ماپي. رات دير سان گهر موٽي: نه ٻارن جي خبر، نه تارن جي. اچيو اکيون پوريو ڇڏي.

نيٺ روئي ڪيس ڇٽي ڏنائين. هن به دير ڪانه ڪيس. لاهي پادر بيهي ويس. ويڙهو ڳڏ ٿي ويو. گنهور وچ ۾ پَئي معاملو نبيريو.

”سمجهائينس! بندوق هڪ رکندو سانس. ڳالهائي ڪيئن ٿي؟“ ميل ماري ايندڙ ڪميت جيئان پيو رڳو سهڪي.

”ابا، مارينس ته نه. پاڙو ڇا چوندو!“ فوجيءَ جي ماءُ کي به پاڙي جو فڪر هو. پاڙو ڇا چوندو؟ پاڙي ته اڳ ۾ ئي رڙيون پئي ڪيون. پر سندن ڪن بند هئا. فوجي ماڻهوءَ کي سدائين دشمن جو خطرو، سو جي گهر ۾ دشمن وينو هجي، تنهن کي ڪيئن ٿي برداشت ڪري سگهيو.

”ادا، تون ڇڏ. مان ٻاڻهي ٿي سنڀالي وٺندس. ڀاڄائيءَ کي به ٿي ڌوڪڙ ڏيو ويندو ڪر.“ گنهور ڀاءُ کي ٺڏو ڪندي، جڻ ته پَهو رکندي

چيس، "گهڻن ٻارن جي ڪري دماغ ڪم ڇڏي ويو اٿس. تون دل ۾ نه ڪر."

زال جي ڪِر ڪِر، پاڙي جي ماڻهن جو ڪائنس ڇڪجي هلڻ، ۽ ڪم ڪان واندڪائي سبب، فوجيءَ جي ڪنهن به ڳالهه ۾ دل به نه ٿي لڳي. موڪلون اڌ ۾ ڇڏي هليو ويو. پيسا وري به گنهور جي هٿ ۾ ڏيئي ويو. چئي: "رن آهي، اُن تي ڪهڙو ڀروسو؟"

ڀروسو اصل ۾ هن کي پاڻ تي به ڪونه هو. هو چپ چاپ ڪري هليو ويو. مهينن کان پوءِ واري خاموشي موٽي آئي. وونٽڻن ۾ بيڻل ڪنڊوڀڙن ۾ ڪنڊ به ڀرجي آئي. ڦٽين جو چونڊو شروع ٿيو ته فوجيءَ جي وونٽڻن ۾ پاڙي وارين عورتن جا ڌنب لڳي ويا. پاڙي وارين سان ڪوڙ ڪٽيندي، سور سليندي، هُن جي لڱن ۾ هڪ لطيف احساس پوکجي ويندو هو. رونبا، چونڊا، لابارا، هن لاءِ جڻ ته راحت جا ڏڻ بنجي ايندا هُئا. اِهائي ته هُن جي وندر هُئي ۽ اهائي سندس سرهائي. هن جون باقي خوشيون انب جي شاخ جيئن ڇڻي ماڻهن جي نظر تي ويون، ۽ ڪجهه ڪچيون ئي ڪومائجي ويون.

هُن سور سليندي ماين کي ٻڌايو پئي ته ڪيئن نه هُن اڪيليءَ کي سڄي ڪٽنب جا ڪم ڪار ڪرڻا ٿا پون! مُڙس ٻاهر ۽ هن جو نڪ خالي. ٻانهون ٻُسيون، پير اگهاڙا، جڻ ته سؤ ورهين جي سُوءِ هيس، جا ختم ئي نه ٿي ٿي.

"پوءِ انڌي، رک نه ٿي ڪرين؟" هڪڙي زائفان خبر هوندي به ڇيڙڻ چاهيس.

"اڙي، ڪو ويلو وقت هجي ته رک ڪيان!"

چوڻ ٿي چاهيائين ته هڪڙو هجي ته رک ڪيان، پر لفظن کي مروڙي ويلي وقت تي وجهي ٻيهاريائين. ڳوٺ جي ننڍي وڏي کي خبر هُئي ته سندن گهر ۾ ڪهڙو لقاءُ پيو هلي. هُن کي ورجائڻ جي ضرورت ڪانه هئي.

سيپٽمبر چڙهي اچي آڪٽوبر کي لڳو هو. ساموندي هوائن جي شهه تي سنڌ چڙهي ايندڙ ڪڪر گرجي، وسي، ختم ٿي چڪا هئا. واٽين وونٽڻن جا پئسا به مجيرين کي چُڪتو ڪري ڇڏيا. فوجي به موڪل ڪري

وري موٽي آيو. جيتوڻيڪ دستور خلاف موٽيو هو، پر جوٽس خوش ٿي ته پيسي پائيءَ واري ٽائيم تي موٽي آيو آهي، من ٻارن کي ڪپڙا وٺي ڏئي، ڪا چپل، ڪو رانديڪو: ڪتابن جي دنيا کان تہ هو ڪوهين ڏور هئا. ٻارن کي شهر وڻ ، وڃڻ، وار نهرائڻ، آگر ۾ آگر ڏيئي ڳاٽ اوچو ڪري هلڻ وارو ڏؤر اڃا وٽن آيو ئي نہ هو.

ٻہ ڏينهن مس گذريا، جوٽس چيس، "پاءُ کان حساب ڪتاب وٺ تہ ٻارن لاءِ ڪجهہ وٺون. نوران بہ پٽي وڏي ٿئي. هـُـن لاءِ بہ ڪا ليڙ ڳڏ ڪيون. ماڻهو ڇا چوندا؟"

"ماڻهن کي جيڪو پنڻو هجي پٽي وڃن! تنهنجي چوڻ تي پاءُ کان حساب ڪونہ وٺندس." فوجيءَ جي ٻنڌ وري پڇي پيئي.

"پلا، ٻارن جا وار تہ نهرائي اچ. اٽندي ويهندي پيا سندن اکيون ڪڍن!"

فوجي ڪوبہ جواب ڪونہ ڏنس. پر پوءِ هڪدم سڏيائين سيڻيءَ کي. انن سالن جو اِشو، ڇهن سالن جو تاجُـو ۽ پنجن جو شيرو، هـُـن جي نرينہ مـُـوڙي هـُـئي. ڳولي کين حجم وٽ وني ويو. شهر نہ، پر واهہ جي موريءَ تي نم جي وڻ هيٺيان وينل جهوني الهہ وسائي وٽ، جنهن جي اکين اڳيان پلي هو جوان ٿيو هو.

پوڙهي الهہ وسائي چانهہ گهرائي. فوجي پاڻ بہ پيتي ۽ ٻارن کي بہ پياريائين. هو ڏاڍو خوش ٿيو. ڪي سال ٿيا هئا جو الهہ وسائي وٽ آيو هو. پوءِ اچانڪ فوجي فرمائش ڪيس وار لاهڻ جي. فوجيءَ جا وار ڪيڏا هوندا، هرڪو اندازو ڪري سگهي ٿو. بدي جي چٽن جي منهن موڙڻ جي باوجود، هـُـن پاڪيءَ جي فرمائش ڪئي. الهوسائي بہ دير ڪانہ ڪيس. همراهہ کي اصل پڳشـُـ ناهي ڇڏيائين. ساندهہ ست سال برفاني علائقن ۾ ڊيوٽي ڏيندي ڳورو پناڻ ٿي آيو هو. ڪشميري صوفن جي رنگ جيئن ڳلن ۽ پاپڙين وٽان سدائين پيو رت ٽمڻ جو گمان ٿيندو هوس.

"ڏاڍو رت ٽئي، فوجي! ڇا ٿو کائين؟" ڪياڙيءَ تان وار ڇنبڻ مهل الهہ وسائي سندس ڪنڌ تي نظر ڪپائيندي سوال ڪيس.

”مفت جي ماني، ماما. حلال جي ماني تہ رت ڪونہ ٿي وڃائي!“

”سچ ٿو چئين. بيرڪن ۾ ويهي سُڄي ويو آهين. پلو پلو!“

فوجي ساٽس وڏيڪ وچڙڻ نہ ٿي گهريو. ننڍڙن جا وار ڪتائي، ڪانئس موڪلائي، ٻارڙن کي سائيڪل تي ويهاري، لانگ واري، ٿيو راهي. ٻہ ننڍڙا اڳيان ڏنڊي تي ۽ اشو پويان ڪيريهل تي. همراه واءُ مينهن ٿي گهر موٽيو. جيئن گهر پهتو، جوٽس سندس پاڪي ڪنيل متو ڏسي هڪ لڱي سوچ ۾ پئجي ويئي. پر جيئن جيئن ٿي ٻارڙن پيءُ ڏي ڏنو تيئن تيئن ٿي ڪل چٽن. پهريون پيرو ٻار پيءُ کي ڏسي ايترو ڪليا هـُئا. ايئن ٿي لڳو ڄڻ صدين ڪانپوءِ سندن گهر ۾ خوشي موٽي هـُئي.

چند گهڙيون هو آڳر تي ٻينو رهيو. ٻاهريان گهنٽيءَ وٽ ڪنهن سڏ ڪيس. پيشانيءَ تي هٿ ڏيئي، اُس ڇاٽيندي، جڏهن ڏانهس ڏٺائين تہ سندس سؤٽ هوش محمد کيس سڏي رهيو هو. هـُن هڪ نظر، ڪم ۾ مصروف پنهنجي گهر واريءَ تي وڌي، جنهن چلهہ جي ٿلهي تي پڪڙيل گند ميڙي تغاريءَ ۾ پئي وڌو. هـُن بہ رُڪي رُڪي سندس نوڙهہ ڏانهن ڏسي ٿي ورتو. پر کيس لڪا نہ ٿي ڏنائين تہ ڪو هـُن کي سندس پاڪي ڏيارڻ تي تعجب ٿيو آهي. هو گهنٽيءَ ڏانهن مـُڙيو تہ هوش محمد ڪافي اڳتي اچي چڪو هو. ٻئي ٻاڦ ۾ مليا. هوشو چيس:”سادن ڪپڙن ۾فوجي آيا هئا. تنهنجو پڇائون پئي.“

”پوءِ ڪيڏانهن ويا؟“هو بيچين ٿي ويو.

”الاءِ خدا کي خبر. اسان ٻڌايوسون تہ تون شهر ويو آهين.“

”يار. مان رن جي چوڻ تي ٻارن جا وار نهرائڻ ويو هوس. ماري وڌئي!“

”ڇو ڇو؟ خير تہ آهي؟“

”خير ئي آهي، يار. سول ڪمن ۾ آڊر ڪرايو اٿم.“فوجي اهڙي انداز ۾ چيو ڄڻ تہ هو پنهنجي پراڻي ڊيوٽيءَ مان تنگ هو.”اڄڪلهہ خبر تہ اٿئي ملڪ جي اترئين علائقن ۾ ڇا پيو وهي واپري. ڏرتي تامو ٻٽيل آهي، پر اسان جا هٿ ٻڌل آهن.“

# ناد وارو _ 30

اترئين علائقن ۾ چا پئي ٿيو تنهن جي تہ هوش محمد کي اڳيئي خبر هئي، پر لفظ "سول ڪمن" هن جا پرون تاڻي ڇڏيا.

"سول معنيٰ "چغلين وارو ڪاتو"؟"هوش محمد وري بہ پڪ ڪرڻ ٿي چاهي.

"فوج جو عام ۽ خاص ماڻهن بابت معلومات وارو ڪاتو." فوجي وضاحت ڪندي چيو.

"اڇا اڇا."هوش محمد سڄي ڳالهہ سمجهي ويو. ڪانئس موڪلائي ساڳئين پيرين گهر موٽي ويو.

فوجي بہ جڏهن گهر آيو تہ سامهون جوءِ کي بينل ڏٺائين. هن پاسو ڪري گهر اندر وڃڻ گهريو پر مارل اڳيان اچي پڇيس، "ڇا ڳالهہ آهي؟ خير تہ آهي نہ؟"

"خير آهي. هر ڳالهہ تو رن کي ٻڌايان ڇا؟"

"ڪهڙي ڳالهہ مونکي ٻڌائي ٿئي جو طعنو ٿو ڏئين؟"

"وات بند ڪر، ڏيانءِ نہ ڏندن واري مڪ!"

"ان ڪانسواءِ توکي اچي بہ ڇاٿو."مارل بہ سامهون ٿيندي چيس،"اهو ئي تہ توکي سيڪاريو اٿن!"

"مونکي مٽڪو پيچڻ بہ سيڪاريو اٿن...رات پهر ۾ خبر بہ ڪانہ پوندءِ!" مارل تي ايئن الر ڪري وريو جڻ تہ هينئر جو هينئر ڪنڌ ۾ هٿ وجهندو هجيس.

"تہ پوءِ دير ڇا جي آ؟" مارل چيس،"مٽڪو پيچي پنهنجي جان نہ ٿو آجي ڪرائين؟"

"پيچندس، ضرور پيچندس!" فوجي بہ ساڳي رمز ۾ چيس،"تون بي فڪر ٿي وڃ."

هو اهو چئي سڌو گهر اندر هليو ويو. هوڏانهن مارل ميڙيل گند کي ڇڏي ڇپرڙي اندڙ پيل ڇڳل کٽ تي اچي ليٽي پئي. شايد رت جو دورو گهٽ ٿي ويو هوس. هن جا هٿ پير بہ ٺڏا ٿيڻ لڳا هئا. هن سوچيو جي ڪيس موت

اڇي وڃي تہ اهڙي جيئڻ کي هوءَ خوشيءَ سان قبول ڪندي. ان زندگيءَ کي نہ هوءَ جيئڻ سڏي سگهي ٿي، نہ وري مرڻ. هن جي جيئڻ ۽ جيءُ وچ ۾ هڪ وحشي جانور اچي ويٺو هو. جنهن هن کي جيوت جو ڏونگر ڏورڻ ئي نہ ٿي ڏنو. وک وک تي وڄ هڻي هن کي بہ اڌ ڪري ٿي ڇڏيائين!

”پلي ماري ڇڏي، ڪونہ ڪڇنديس!“ هن دل ئي دل ۾ فيصلو ڪري ورتو.

”اڄ رات ئي پورو ڪندوسانس.“ فوجي بہ فيصلو ڪري گهران ٻاهر نڪتو.

زال کي ڇپرڙي ۾ ستل ڏسي رت کي ٻاهہ وٺي ويس. ويجهو وڃي وري چيائينس، ”ڪاتيءَ سان ڪهندوسانءِ!“

مارل ان ڳالهہ جو ڪو بہ نوٽس نہ ورتو. ڇو تہ هر پيري هو ڪيس مارڻ جون ڌمڪيون ڏيندو رهندو هو. هاڻ تہ هن جو سڄو وجود مارل لاءِ ڌمڪي بڻجي ويو هو. انڪري رات جو جڏهن هوءَ ٻارن سان گڏ ستي تہ هن کي سڄي ننڊ نہ ٿي آئي. ڌهہ ڌهہ، ويهہ ويهہ منٽن جي وقفن ڪانپوءِ جهٽڪن تي هوءَ اٿي ٿي ويٺي.

ڪنهن ويل هن جي اک لڳي ويئي. لڳل اک جڏهن کلي تہ ان ۾ ڪا بہ تصوير نہ هئي، ڪو بہ سپنو نہ هو. هن جون ڪيهون ۽ ريهون، فوجيءَ جي آڱرين اندر گهٽڙي چڪيون هيون. مارل جي ساهہ جي تار ڏڪڻيءَ جي صورت ۾ فوجيءَ جي آڱرين ۾ لهي چڪي هئي.

صبح جو جنازي نماز کان اڳ، فوجي جڏهن عجيب ڍونگ رچائي خودڪشيءَ جو ٻاور ڪرائڻ شروع ڪيو تہ ان ويل بہ هن جي هٿن جون آڱريون ڦڙڪيون پئي. سڄو پاڙو گڏ ٿي چڪو هو. فوجيءَ جا گُفتا، گنهورجي وجود اندر وڌ وجهي رهيا هئا. هن مسلسل فوجيءَ ڏانهن غور سان پئي ڏٺو. ڳوٺ جو ملو آيو فوجيءَ کان خبرچار وٺي هليو ويو. نيٺ پوليس بہ آئي، اڌ ڪلاڪ لاءِ هن کي اڪيلائيءَ ۾ وٺي وڃي ڳالهيون ڪيائين. هو موٽيو تہ هن جي چهري تي ڪو وزن ڪونہ هو. وڏو پاءُ سمجهي ويو. پاڙي وارا

بہ سمجھي ويا. ملي فتويٰ ڏني تہ ”زائفان جي نماز نہ ٿيندي!“

مارل جا مائٽ، پاڙي ۽ ڳوٺ وارا سڀ رنا ۽ پٽيا، اعتراض ڪيائون. پر ٿيو اهو ئي، جيڪو مُلي چيو. نہ جنازي نماز ٿي، نہ قل ڪلمي لاءِ تڏو وڇيو.

پر ايندڙ جمع تي فوجي نجات طور وڏو يت ڪيو. جنهن ۾ ڳوٺ جي ملي پئسا وٺي ڏکهي دعا گهري، ۽ ڳوٺ وارن کي مٿن آفت ٽري وڃڻ جي خوشخبري ٻڌائي.

ڪجھہ مهينن کانپوءِ فوجيءَ جي چهري تي اڌ فٽ جيڏي ڏاڙهي اچي ظاهر ٿي، جڏهن ماڻهن ان ڏانهن غور سان ٿي ڏٺو تہ ان جي پاڙ ۾ ڪين هر وقت هڪ وڏو ڪڪ ڦاٿل نظر آيو.

# گهڙي سوا جي انارڪلي

اج ڪان نو مهينا، نوڏينهن ۽ نو منٽ اڳ جي ڳالهه آهي. آسمان تي ڪڪر پئي مڙيا. سج اولهندي پاسي وارن وڻن جي چوٽين ڪي سونو ويس پارائي، انهن پوبان نيزن جيئن ايين پهاڙين جي خوني چوٽين مٿان گسندو هيٺ لهندو پئي ويو. ناسي، ڳاڙها، پيلا رنگ چڙهندو هو پنهنجن پيرن جا نشان مِٽائيندو پئي ويو. اهڙي ئي ڳوڙهي رنگ ۾ جڏهن سمنڊ لڇيو پئي ۽ چنڊ پنهنجي سهائيءَ جو جوڀن ڪٽي اوير ڪان ايرڻ جون تياريون پئي ڪيون، عين ان ويل منهنجي وجود جي پيڙهه جو پٿر رکيو پئي ويو.

ڪنهن، ڪنهن جي ساهن جي يڪتاري جي "تئون تئون" وچان ڳالهايو پئي تہ "من، مونکي ميوو کپي، ننيڙو سهڻو ميوو! پوپٽن جهڙو، گلن جهڙو ننيڙو ننيڙو . رنگ برنگي پکين جهڙو، ڪبوترن جهڙو پاڻيءَ جي جهرڻن جهڙو..."

هن جي ڳالهين ۾ ترنم لهي آيو هو ۽ هن جي ساهن جي هونگ وڌندي پئي وئي. ٻن جسمن جو موهه فطري جذبن جي اڻجهل اڏام وٺي هڪ نئين سفر جي شروعات ڪري چڪو هو. جذبن جي اهڙي اٿل ميلاپ ۾ مون پنهنجي پاڻ کي رت، پاڻي، لذت ۽ جنون جي ولوڙ مان هڪ نُڪتي جيئن ايرندي محسوس ڪيو.تازي انگوريل ٻج جيئن مان بہ ڪنهنجي وجود جي ڌرتيءَ جهڙي ماحول جي تابع ٿيس.

مان ساهن جي موسيقيءَ ۾ تخليق ٿيس. تخليق دوران ڪيئي منهن مهاندا جُڙيا منهنجا. مونکان اڳ وارن مون جهڙن سوين هزارين وجودن مون ۾ جهاتي پائي ڏٺو. منهنجي وجود ۾ پنهنجي وجود کي ڳولهي ڏاڍا خوش

ٿيا. مونکي جنهن هستي پنهنجي بيضوي وجود ۾ رکيو ان مون ۾ حِسن جو هڪ چار منتقل ڪيو. مان هن جي اندر ۾ ڪنهن ڪنييءَ جيئن اسريس پئي. بيضي جي زرديءَ مان چوزي جيئن گوشت ۽ هڏن ۾ تبديل ٿيس پئي، خوبصورت جسم جي وايومنڊل ۾ ڪنهن پچڙ تاري جيئن بولاٽيون کائي ڦريس پئي. اندر ئي اندر پنهنجي ميزبان جو ڪنهن گونگي وجود جيئن هر جاءِ هر گام پيڇو ڪيم پئي. هن ننڊ ٿي ڪئي تہ مان جاڳيم پئي. هن پاسا ٿي ورايا تہ مون آرس ٿي پڳي. هن اوٻاسي ٿي ڏني تہ مون مسڪرايو ٿي. هن آئيني ۾ پاڻ ڏي ٿي ڏٺو تہ مون سندس وجود ۾ ڪتڪايون ٿي ڪيون. هن ڪنهن کي ياد ڪرڻ ٿي چاهيو تہ مون سمهي ڪيس سوچڻ جو موقعو ٿي ڏنو. منهنجو ۽ هن جو تعلق بظاهر هڪ وجود ۾ ٻن سوچن جهڙو هو. بہ بنهہ الڳ الڳ سوچون. جيئن هن منهنجي لاءِ پئي سوچيو، مون هن جي جسم اندر پنهنجي لاءِ تيئن نہ پئي سوچيو.

هڪ ڏينهن اوچتو ڪنهن هڪجيڏي هن جي ٻاهر نڪتل بند سپيءَ جهڙي وجود ڏي ڏسي حيرانگيءَ مان چيو" نيٺ تو بہ ان کي آڻڻ جو فيصلو ڪري ڇڏيو!"

"هائو." هن وراڻيو. "هن پيري سانوڻيءَ جا رنگ پاڻ هن کي ڪٺي آيا آهن."

"مون بہ هُن کي اِها ساڳي حرڪت ڪرڻ ڏني هئي." هڪجيڏي چيس."اڄ هو ان جو ميوو پٽي هليو ويو. مان ساڳئي خوف ۾ ورتل تاساري ڏرتي، هر سانوڻيءَ ۾ چرڪي ٿي پوان."

منهنجي ميزبان وجود مٿان هن جي ان ڳالهہ جو ڪو خاص اثر نہ پيو.

هن منهنجو حوالو ڏيندي چيس."مان هِن کي گهڻي عرصي تائين روڪي نٿي سگهيس. شايد هِن ڪانسواءِ منهنجي نشونما اڌوري هئي. هيءَ بہ مون وٽ ايئن آيو آهي، جيئن منهنجي ذهني ۽ جسماني واڌ سان گڏ ٻيا جسماني عضوا آيا آهن. ڏهن سالن تائين منهنجو سينو خالي هو پر پوءِ اچانڪ ٻن نون کير ڏيڻ جي صلاحيت رکندڙ عضون سان سرشار ٿيو. ايئن

ڪجھ مهينا اڳ تائين منهنجي جسم جي بيهڪ ٻئي نموني جي هئي، پر اڄ هن نئين تخليق سبب ڪجھ مختلف ٿي پئي آهي. سياڻي اها ٿي سگهي ٿو ڪنهن ٻئي رنگ ۾ هجي.“ منهنجي ميزبان ماسترن جيئن سنجيده ٿي ويئي. ”جيئن وڻ ميوي لڳڻ کان اڳ فقط پنن سان جهوريل هوندا آهن، تيئن هن کان اڳ مان به هيس. پر تو ڏنو هوندو ته انهن ۾ گل لڳا هوندا، ۽ انهن جي سينن تي بهاري آئي هوندي. وري ڪجھ عرصي کانپوءِ اُهي ان وزن کان آجا به ٿي ويا هوندا. تو ڪڏهن ڏٺو ته وڻ جو ميوو وڻ جي ڇانوَ ٿئي؟ هر ڪو پنهنجي ڇانوَ پاڻ هوندو آهي. بس ايئن ئي منهنجو مثال آهي.“

منهنجي ميزبان هن کي پنهنجي آسپاس جي ماحول مان دليل ڪڍي سمجهايو. هن جا دليل ڪافي پختا هئا، ۽ هن جو رويو به مونسان فطري تبديلي وارو هو. جڏهن ته هن کي مون ۾ ڪا خاص دلچسپي نه هئي. هن جي دلچسپيءَ جو مرڪز ڪو ٻيو هو، جنهن سان هڪ نه ٻئي ڏينهن هوءَ پنهنجي پوري بيحجابيءَ سان ملندي هئي. هوءَ منهنجو خيال به گهٽ رکندي هئي. هڪ نه ٻئي ڏينهن هن جي ساهن جو وهڪرو مونکي گهوماٽيون ڏياري ڇڏيندو هو. هوءَ جيڏي مهل سامت ۾ ايندي هئي، مونکي محسوس ڪندي هئي. منهنجي بيچينيءَ تي پنهنجين راتين جي رازدار جو هٿ رکرائي کلندي هئي.

”چرڙيوآ.“هوءَ هن جي ٻانهن ۾ ڪر موڙي چوندي هئي،”ڪيڏو ٿو ڦٿڪي! سمجهي ٿو شايد مان ڪيس ڇڏيو ٻئي وڃان!“

هن جو ساٿي هن جي باغ جي بهاري لُٽڻ جي باوجود به پنهنجي ڇپن سان هن جي سيني کي ڪيڙيندو رهندو هو ۽ رکي رکي پيو ان مان اوم رس اوتيندو هو. منهنجي ميزبان جيئن جيئن هن جي انهن حرڪتن تي سنگهڙجندي ويندي هئي، تيئن تيئن منهنجي پتڪڙي وجود جو رت جو دورو وڌندو ويندو هو. مان هن جي ساهن جو آواز چٽو ٻڌي سگهندو هوس. مونکي بس تڏهن کان ئي هن جي ساٿيءَ کان حسد ٿيڻ شروع ٿيو هو.

هو جڏهن به منهنجي تخليقار سان گڏ ليٽندو هو، منهنجي لاءِ اها

گهڙي عذابناڪ هوندي هئي. هو منهنجي موجودگيءَ جو خيال نہ رکندو هو. هو منهنجي ميزبان جي پشمي وجود جا جلوا پسي ان مثان عجيب کيل ڪيڏندو هو. بئي وساري ڇڏيندا هئا مونکي. بس جڏهن گهڻو ٿڪندو هوس هن جي وجود اندر ۾ بولاٽيون ڪاٽيندو هوس تہ هوءَ سوچڻ لڳندي هئي مون بابت. فقط ايترو چوندي هئي پنهنجي جيون ساٿيءَ کي تہ "تنهنجون انهن حرڪتن تي هيءَ ڏاڍو ڪاوڙيو آهي." هو کلي ڏيندو هو. ڳالهہ جي تہ تائين پهچي نہ سگهندو هو.

ڇنڇر منهنجي لاءِ سزا جو ڏينهن هوندو هو. پر هنن لاءِ هڪ نئون هني مون.

هڪ ڏينهن هنن منهنجي نالي تي بحث بئي ڪيو. مان بہ هن جي ڪابي ڪُک وٽ وٺيو واڳون جيئن ڳوڙهہ ڪيو بيٺو هوس.

هن چيس بئي."نالو رکنداسينس — سليم. شهزادو سليم!"

مڙسالي وراڻيس:" نہ نہ. مان پنهنجي ابي تي نالو رکندوسانس. مان رکندوسانس _ خميسو."

"ايئن ڪيئن ٿيندو! جڻيان ۾ نپايان مان ۾ نالو وري تنهنجي پيءُ جو؟ ايئن ڪونہ ٿيندو."

هوءَ ڪاوڙجي پيئي. منهنجي لاءِ اهو بحث اجايو هو. مونکي بئي نالا قطعي پسند ڪونہ هئا. اهي تہ مرداڻا نالا هئا. مونکي پاڻ کي انارڪلي بهتر پئي لڳو. پوءِ مونکي پنهنجي پيٽ ۾ رکندڙ هستيءَ کي عقل آيو. ٻي رات مڙسالي کي چيائين:

"پاڻ هرون پرون پئي وڙهياسين. مونکي لڳي ٿو پاڻ وٽ ايندڙ مهمان شهزادو نہ پر شهزادي هوندي. شهزادي انارڪلي!"

مرد جي منهن جو رنگ اڏامي ويو.

"انارڪلي شهزادي نہ هئي!" هن ڪڙڪ آواز ۾ چيس.

"تہ انارڪليءَ ئي سهي!" ژالهنس ضد ڪندي وراڻيس.

"جي ايئن آهي تہ پوءِ تون جيڪو مرضي پوئي پئي رکجانس." هن

مونکان ذري گهٽ پنهنجي مڪمل لاتعلقي ڏيکاريندي چيو.

"مان انارڪلي ٿي رکندي مانس!"

هن ڪو به جواب نه ڏنس.

پر عين ان ويل مڙسالي جو پاءُ هن جي گهر نمودار ٿيو. پنهنجي پاڃائيءَ کي ستن اٺن مهينن جو پيٽ ڪٽي لوڏيندو هلندو ڏنائين ته چيائين، "پاڃائي، جي ڌيءُ ڄڻيئي ته اسان جي. جي پٽ ته ادو ڄاڻي ادي جو ڪم."

مونکي الائي ڇو زوردار گهوماٽي آئي، ۽ منهنجي ميزبان سور مان ڪروندڙي ٿي هيٺ فرش تي ويهي رهي.

مان اڃا ڪنهن جي وجود جي پناهه ۾ هيس، منهنجي پرپٽ منهنجا ڏٺي به ٿي ويا. منهنجي احتجاج کي منهنجي ميزبان ورنايو. هن جي ڇهري تي اهڙو ته ناگوار تاثر ابريو جو هن جي اندر ۾ مونکي پاڻ وٽان وڃائڻ جو جيڪو الڪو پئدا ٿي پيو. تنهن جڻ ته هن جي دل، دماغ ۽ جسم ۾ منهنجي لاءِ هڪ نئون بچاءُ جو نظام قائم ڪري ورتو. ان بعد هوءَ مون بابت فڪرمند رهڻ لڳي. مڙسالي سان گڏ سمهڻ ۾ به بهانا ڪرڻ لڳي. هنجا ڏينهن به پرجي آيا هئا. هاڻ هن کي بار بار اهو سمجهائڻ لڳي ته "ٻارڙي کي نقصان ٿيندو!"

"اڳي ته ڪونه ٿيندو هو. هاڻ ڇو ٿيندو؟" هو احتجاج ڪندي چوندو هو.

"اڳي ته هيءُ ننڍڙو هو. هاڻ ته ٻچي راس ٿيو آ."

هو جڏهن به مون بابت ڳالهائيندا هئا ته مونکي مذڪر ڪري پيش ڪندا هئا.

"تون سمجهين ڪونه ٿو. آخري ڏينهن ۾ اهو صحيح ناهي!" هوءَ ايلاز ڪندي چوندي هيس.

"مونکي خبر آهي، ڇا صحيح آهي، ڇا غلط آهي!" منهنجو ٿيندڙ پيءُ هن جي ڳالهه رد ڪندي چوندو هو.

"ڇا جي آ توکي خبر؟" هوءَ چڙي پوندي هئي، "تو ڪڏهن پيٽ ۾

بار رکيو آ ڇا؟“

هو ان معاملي ۾ ٽين جنس جيئن هو. هو پنهنجي اندر تخليق ڪري نٿي سگهيو.

هوءَ مون بابت ايترو حساس ٿي ويئي جو هاڻ شينهڻ جيئن مٽي ۾ گهنج وجهي هلڻ لڳي. پر ان جي باوجود بہ هو اتلائي بتلائي پنهنجو ڪم ڪڍي ويندو هو. ان ۾ بہ شايد منهنجي ميزبان جي مرضي شامل هوندي هئي. پر پوءِ بہ هو مونکي گهڻو تنگ نہ ڪندا هئا. ڇو تہ هوءَ گهڻو وقت ڪپڙا سبڻ، رلڪا ناهڻ، ٽانوَ نڪر ۽ ٻيون شيون گڏ ڪرڻ ۾ لڳائيندي هئي. مڙسالو بہ هن جي ڀيٽ جي ٻي ڊولي ٽيڻ ڪري ڪانئس ٿورو ٿورو ڇڊو رهڻ لڳو هو. مونکي حيرت ٿيندي هئي تہ مڙسالي کي هوءَ ڇوڪرن وارا ڪپڙا سبي پئي ڏيکاريندي هئي، پر هن جي پرپٺ هوءَ نينگرين جا پرت پريل چولا، ننڍڙيون ڳنڍڙن ۽ ماڙين واريون ٻاهون، سهٽا ٻنڊٽا، ڳانا، مٽين جي ڪم تي تيار ڪيل ٽوپيون ۽ پيرن جا جوراب ٺاهيندي لڪائيندي ويندي هئي. ايئن ڪندي ڪندي پئي ڳيچ ڳائيندي هئي ۽ سُرن سان ڪيڏندي هئي.

هڪ ڏينهن هن جي اها ساڳي ساهيڙي واپس موٽي آئي. هن جي حالت بنهہ خراب هئي. صحت اُجڙي چڪي هئس. هو رڃ جو ٿوهر بنجي چڪي هئي. معمول جي حال احوالن کانپوءِ منهنجي ميزبان وجود ڏي گهوري ڏسڻ لڳي. پوءِ الائي ڪيئن پڇيائين،”واقعي سيريئس آهين ڇا؟“

”ڇا مطلب؟“ منهنجي ميزبان چيس.

”منهنجي مَن جي شاخ ڪجهہ ڏينهن اڳ وڍي ڇڏيئون!“

منهنجي ميزبان جي هٿان سيپ وارو ڪپڙو هيٺ ڪري پيو.

”ڇو؟ ڇا لاءِ؟“

”ڪاري ڪري ماري ڇڏيئونس. مونکي منهن بہ ڏسڻ نہ ڏنئون.“

ٿوهر جهڙين ڏانڊين واريون ٻاهون مٿي ڪري، وارن ۾ هٿ وجهي، هوءَ اوڇنگارون ڏيئي روئڻ لڳي.

مان وٽ ڪائي ڳوڙهه ڪري احتجاج ڪرڻ لڳس. هن به محسوس ڪري ورتو ته مونکي اها ڳالهه پسند ناهي.

”تون ان کي اندر ئي اندر گهٽي ماري ڇڏ!“ ٿوهر پنهنجا لڙڪ لڪائيندي هن کي صلاح ڏيندي چيو. منهنجي وجود جون اکيون ٻرڻ لڳيون.”ماري ڇڏينس نه ته پڇتائيندين. نه ته هو توکي ماري ڇڏيندا. هو تنهنجو وجود ڪپي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيندا. مون وانگر!“

مونکي الائي ڇو ٻولاٽيون اچڻ لڳيون، ۽ منهنجي ميزبان جو رنگ ڳاڙهو ٿيڻ لڳو. هن جي لوچ پوچ وڌڻ لڳي. ٿوهر محسوس ڪيو ته ڪجهه ٿيڻ وارو آهي. اهڙي صورتحال ۾ هوءَ منهنجي ميزبان وجود کي ڪمري اندر وٺي ويئي. هيٺ تڏي تي ليٽائي هن جون ٽنگون ٽيڙائي ڇڏيائين. منهنجي ٻولاٽين ۾ تيزي اچي ويئي. منهنجي لاءِ هاڻ ان پناهگاهه ۾ رهڻ مشڪل ٿي پيو هو.

پوءِ ڪنهن مهل مون پنهنجي ميزبان وجود جي نيم بيهوشيءَ واري صورتحال ۾ ٻاڻ کي ٿوهر جي هٿن ۾ محسوس ڪيو. مون ڏي ڏسندي هن جا پرون ٽاٽجي ويا. هن جي آڱرين ۾ سختي اچي ويئي. مون پل ڪن لاءِ نئين ماحول کي محسوس ڪيو، پر پوءِ پنهنجي ساهه ۾ گهٽ محسوس ڪئي. ٿوهر جا ڪنڊن وارا هٿ منهنجي ڳچيءَ ۾ ڪپي ويا هئا، ۽ هن جي منهن تي ڪاوڙ ملال ۽ ٻيون ڪيئي تلخيون ڪنهن آڏيري ول جيئن پکڙجنديون پئي ويون. مون ته دنيا ۾ اچي اجا ٻهرين رڙ به نه ڪئي هئي. نه ڪو منهنجي ننڍڙن پتڪڙن چپن تي ڪا مرڪ ڏسي سگهيو. افسوس، دنيا ۾ مونکي ڏهن منٽن لاءِ به نه سٺو ويو!

# ڪونج

سموري تر ۾ اج بہ اهو مشهور هو تہ پريل ڪونج جي سسيءَ تي چاقو نہ رکي ها تہ شايد ننيڙڙي ڪونج اج جوانيءَ جون بهارون ماڻيندي هجي ها. پر افسوس جو هن مٿس ذرو بہ رحم نہ کاڌو!

تورڙن ئي سالن جي ڳالهہ آهي جو هڪ طرف حاجي ميهر واري آئيني ۾ سارين جي ڪانگڙ ۾ ريج جو پاٽي چڙيل هوءِ بئي پاسي پنهنجي ئي گهر ۾ پريل ڪٽ تي ويني پنهنجي پٽريءَ وگهي بيمار بارڙيءَ ڏي غور سان ڏٺو. ڳوٺ جي هڪ پوڙهي پنڌ ڪري، سِري اچي سندس پر ۾ ويني. ساڻس خير خوش ڪري، علاج جي پراڻن ڏس پتن بابت خبرون چارون ڪرڻ لڳي. پريل هوندئن تہ پنهنجي پاران سڀ علاج ڪيو ويٺو هو، پر سندس دل نہ ٿي ڪيو تہ ڊاڪٽر جي مشورن تي عمل ڪندي ٻن سالن جي بارڙي جو آپريشن ڪرائي.

"ادي منهنجي، ڪو در ڪونہ ڇڏيو اٿم. جو تو آڌو ويهي ڪُوڙ هٽان." پريل ڏک وچان آهہ ڀريندي چيو."شايد خُدا طرفان ئي ڪا آزمائش لکيل هُئي!"

پوڙهي، جنهن جي عمر سنيڪو ڪن سال هُئي، بوڇڻ جو پلئہ چنبڙي، پنهنجي مخصوص انداز ۾ چوڻ لڳي."سچ ٿو چوين. منهنجا ياءُ ، الائي ڪهڙيون ڪهڙيون بيماريون اچي پيون آهن. دوائن ڪي تہ مڃين ئي نہ ٿيون. هاڻ ڏس نہ، ڪٿي ٻن سالن جو بار ۽ ڪٿي پٽريءَ جي بيماري. آخري وقت آهي، ادا! بابا مرحيات چوندو هو تہ ڪو وقت ايندو وڻ پنن بنا ميوا ڏيندا ۽ بار وڏن جا بار ڪڻندا. اِهي وڏن جا بار نہ آهن تہ ٻيو ڇا آهن، ادا!"

پريل پنهنجي ماضيءَ تي هڪ نظر وجهي ويچارڻ لڳو تہ ڪٿي

# ناد وارو _ 41

ڪائنس ڪو وڏو گُناهہ تہ سرزد نہ ٿي ويو هو جنهن جي سزا سندس معصوم ٻچڙيءَ کي ملي پئي. هُو ويهي ويهي سوچڻ لڳو. اهڙي ڪابہ خطا ياد نہ آيس، جنهن جي خُدا کيس ايڏي وڏي سزا ڏيندو هجي!

"ياءُ پريل، ڪُجھ ٻي پاسي بہ سوچ!" پوڙهي ساران سندس سوچ کي موڙ ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي: "ماڻهن تي اعتبار نہ ڪجانءِ، ماڻهو ڪکيندي ويرم ئي ڪونہ ٿا ڪن. ڪو ڪتاب بہ پٽائي ڏس."

پريل چپن ئي چپن ۾ ڪجھ ڳالهايو. کيس الائي ڇو ساران جي ڳالھ متاثر نہ ڪيو. پر جيئن ئي مال جي پاڻ ۾ ڪم ڪندڙ پنهنجي گهرواريءَ تي نظر پيس تہ ڪِـل ۾ ويڙهجي ويو.

"تون بہ آدي، صحبت وانگر وڏي ڪا وِسوسائي آهين! پلا مـِن ننڍڙي کهڙو ڏوهہ ڪيو هوندو ماڻهن جو جو ويهي هو پـَليتا ساڙيندا؟ پلا ڪير هٿ سان پنهنجي قيامت ڪاري ڪندو، جيڪا ٽانڊن جيئن پئي ٿي رات ڏينهن ٽمڪي؟ هوءَ تو واري پيڻ آهي نہ ـ صبحي ـ خبر اٿئي چا ٿي چوي؟ ...چوي ٿي تہ، "تو سجي عـُمر پرايا ساهہ ورتا آهن، هاڻ اُنهن گگدامن جو وارو وريو آهي." پلا ڪائنس پـُڇ ، شڪار ڪرڻ ڪان خدا ڪو جهليو آهي چا؟ آڙي، تـِتر، يا ڪنهن تلور جي جان ونڻ سان ماڻهن جا ٻار مرن ها تہ اڄ اسان سڀ بي اولاد هجون ها!"

"ايئن نہ چئُ پريا، ايئن نہ چئُ! الله جي ذات خبر ناهي ڪهڙي ڳالھ ۾ خُـوش آهي." ساران نڪ تي هٿ گهمائيندي توبهہ توبهہ ڪندي چيو.

پريل نظر ڊوڙائي گهر جي آڳر ڏانهن ڏنو سامهون سندس نـُنهن ماني پچائي تئو لاهي ٽانڊن تي ڪير رکي رهي هـُئي. هـُن کي الائي ڇو لڳو جڻ تہ ڪا ڳالھ ڪائنس وسريو پئي وئي. هو وري مال جي پاڻ ڏانهن ڏسڻ لڳو. سندس زال هينئر لوڙهي ڪان ٻاهر ڇيڻان اچلائڻ لاءِ ويل هـُئي. سامهون گهٽيءَ ڏي ڏنائين تہ هـُن جي نوجوان ڌيءُ سُڪي ڪڇ تي دِلا کنيو پئي آئي. کيس اچانڪ ياد آيو تہ سُکيءَ جهڙي سلڇڻي ۽ سُگهڙ ڇوڪريءَ جو سنگ سندس پاءُ ٿُـڏي ڪيڏو نہ بيوقوفيءَ جو ڪم ڪيو هو.

# ناد وارو _ 42

"بي بخت، چورا! اسان جي زمانيَ ۾ سلڇڻن ننگن تي جهيڙا ٿيندا هُئا. اڄ جي نسل کي ته پيرن جي سڃاڻ به ڪونهي."

گهڙي پل لاءِ ڪاڪي پريل جو خيال سامهون ڪُڏ ٻاهريان ڇڳندڙ ڪبُوترن جي ڳُٽرڳُو ڳُٽرڳُو ڏانهن ڇڪجي ويو. جهٽ پوءِ هو ٿهڪ ڏيئي کلي وينو پر وري اچانڪ الائي ڇا ٿيس. جو صفا پولار بنجي ويو. چپ، هيڪاندي ماٺ. نه ته ڪبوترن جي معاملي ۾ پنهنجي پُٽ ساڄن سان سدائين پيو ڏند ڏيندو هو. ڪين نياڳ جي نشاني ڪونيندو هو.

"سُکي، پُٽ، اندران بندوق ته ڪڍي آ." اچانڪ روز جي ڪرت ياد آيس.

"اڄ ته گزي به هٽڻ وسري وئي اٿم." هُو پنهنجي پاڻ سان پُڻ پڻ ڪرڻ لڳو. هڪ ٿڌو ساهه ڀري وري چيائين. "مالڪ، ڪنهن جي جيئڻ ۽ مرڻ سان اسان جون خوشيون ۽ غم ڇو ڳنڍي ڇڏيا اٿئي! بادشاهه آهين. توکي ڪير پُڇي!"

هُو وري کِلي پيو.

"بابا، اڄ ڇا تي پيو کِلين؟" سُکي بندوق سندس سامهون رکندي پڇي ورتس.

"بس ڪر، چوري!" ڪيس چڙٻيندي چيائين. "تنهنجو ڇا، جو وتين ٿي ماٺهن جا وات ڏسندي."

"آئي مُنيس." هوءَ حيران ٿي ويئي - "بابا تون به؟ هاڻ تون به اڃي انهي منزل تي پهتو آهين؟ چوان امان کي؟"

پريل جو جڻ ته ڦوٽو ٿي ڦِسي پيو. زال جي نالي ٻڌڻ تي سندس ٻتيهي ٻاهر اچي پيئي.

"اڙي ڇري، ڪنهن جو وڃي نالو ورتئه!"

"ٺري پيو هوندين، بابا؟" سُکي سندس منهن ڏانهن ڏسندي پُڇي ورتس.

"ماءُ تنهنجي ڪا ڇنڊ ڪونهي، جو هاڻ ٿڌو ٿئي. هوءَ ته نسوري

باھہ آھي ـ دوزخ جي باھہ. جنھن کي لڳي تنھن جون ھڏيون بہ رک!“

اوچتو کيس ياد آيو تہ پوڙھي ساران، جا سندس پر ۾ وبني ھُئي، سا ويني ويني کيڏانھن کسڪي وئي ھُئي. ھو جيئن ئي ھيڏانھن ھوڏانھن لوٽا ھڻڻ لڳو تہ لوڙھي ٻاھريان ڊاٻيءَ ۾ تِـلين جا آواز سندس ڪنن تي پوڻ لڳا. تصور ئي تصور ۾ ڊڳيون چرندي ڏسڻ ۾ اچڻ لڳس. مال جي وٿاڻ ڏي ڏنائين تہ سڀ جايون خالي پيون ھُيون. ڪجھہ پرڀرو رستي تي ڏاند گاڏيءَ جي چيڪاٽن جا آواز سندس ڪنن تي پوڻ لڳا: ڳيرن جي گھُوگھُو سارين واري تِـريشر جي آخري ”زون زون“ ۽ پري ڪٿي زيتونن جي باغ ۾ ھڪلاري جو آواز ـ اِھي سڀ گڏجي کيس بيچين ڪرڻ لڳا. ڀاڙ اچي کنيس تہ ٿريشر وٽان يا ڪنھن باغ مان تي اچي، پر ساڳئي وقت ڳيرن جي گھُو گھُو ھُن جي من اندر وينل شِڪاري حس کي جاڳائي ورتو. پريل طئي ڪيو تہ ميھر واري آئيني ۾ سارين جي ڪانگڙ ۾ چڳندڙ ڳيرن جي ڳاھٽ تي ھلان ڪبي. اجا ھُن اُن بابت سوچيو پئي جو اوچتو ھڪ اھڙي آواز تي ھُو ھڪ ڪَنو تي ويو. جيڪو اُپ مان چٽي سندس ڪنن ۾ ٻُرڻ لڳو. ھُن پنھنجا ڪَن ۽ اکيون پولار ۾ گونجندڙان سُريلي ٻوليءَ ڏانھن ڪري ڇڏيا.

آواز ھڪ ڀيرو وري گونجيو.

”تُروءَ... تُروءَ.... تُروءَ....“

ھو پڙڪو کائي اٿيو.

”مار ڪونجون!“ ھن جي وات مان نڪتو. متي نھاري ڏنائين تہ بروبر ڪونجن جو ھڪ وڏو ولر ھو جو تمام ھيناھينءَ تي پرواز ڪندو ڏکڻ طرف پئي ويو.

”مولا جو سُنھہ. بندوق ٻر گھا ڪيڏي ڇڏينديَن!“

پوءِ اچانڪ ياد پيس تہ پريان ٻن ڪلوميٽرن جي فاصلي تي تورئي ۽ ڪٽڪ جو ريج بہ ڇڏيل ھو تہ وري پر واري زمين ۾ سارين جي اٽڪاھيل ڪانگڙ ڪيترن پکين کي پاڻ ڏانھن ڇڪيو پئي.

ھن جھٽ ڪري چاقو ڪٽي ورتو. ڪارتوس کيسي ۾ وجھي، بندوق

هٿ ۾ ڪري، تيزيءَ سان ڏکڻ طرف ڊوڙڻ لڳو. هُن جي دل عجيب خوشيءَ وچان ٻهڪي اٿي. پريل جي وهم گمان ۾ به نه هو ته ڪڏهن ايئن به ٿيندو جو هُو ڪونجن کي ايترو ويجهو ڏسي سگهندو.

هو انتهائي تيزيءَ سان پچڻ لڳو. ڪنهن مهل ڪيس هڪ ڪسي نظر آئي. هُو اُن جو ترو ڏيئي ساڄي رفتار سان رمندو رهيو. ڪسيءَ جي ٻنهي پاسن ڪان ڪانگڙ جي ڪجهه حصي ۾ ڪيڙ ٿيل هئي. جنهن ۾ پڻ پاڻي پئي وُڙهو. هو ڪسيءَ جو ترو وٺي ان منجهان آهستي آهستي اڳتي رڙهندو رهيو. پوءِ گهڙي ڪن لاءِ بيهي ڏنائين ته ڪونجڙين جي ولر پاڻيءَ جي چَر متان لامارا پئي ڏنا. سندن ڳچيون ۽ ڊگهيون ٽنگون نمايان ٿي نظر آيون. هو پنهنجي پاڻ کي دنيا جو خوشنصيب شخص ڀائڻ لڳو. ڊوڙندي ڊوڙندي دنيا جهان جا سڀ ڪاپارا وسري ويس. ڪنهن مهل هُو اُن ريج واري پاڻيءَ وٽ پهچي ويو. جنهن ۾ ڪونجڙين جو ولر ڪجهه سيڪنڊ اڳ ڏاپو ڪري چُڪو هو. ڪين ويجهو پهچي، هو ڪَسيءَ ۾ بانبڙا ڏيئي هلڻ لڳو. ٿوري دير لئه ڪنڌ مٿي ڪري ڪين ڏسي به ورتائين ۽ وري بانبڙا پائي اڳتي هلندو به رهيو. نيٺ اُها جاءِ آئي. جتان ڪان ڪونجون وڌ کان وڌ ويجهو محسوس ٿيڻ لڳس. هن ڳاٽ ڪڍي مٿي ڏٺو. ڪجهه جوڙا پاڻيءَ ۾ چهنبون ٻوڙي چوڳي ۾ مصروف هُئا. باقي بيٺ، ڳچيون اُڀيون ڪري چؤطرف پئي ڏٺو. ڪائي اوجهڙ نه هُئي. ڪائي لِڪ نه هُئي. جي ڪسيءَ مان ٻاهر ٿي نڪتو ته ڪونجون ٿي اُڏاميون. هن جي ۽ ڪونجن جي وچ ۾ اندازن ڏيڍ جريب جو فاصلو هو. وٽس بيلجيم جي ولائتي بندوق هُئي. جنهن جي رينج تي ڪيس تمام گهڻو فخر هو. دنيا جا خوبصورت پکي سندس سامهون هُئا. پر سندس اولو ڏسي ٻن ٽن پکين پنهنجيون سِسيون اُڀيون ڪيون. نظر ڪري جڏهن ڏانهنَ ڏنائين ته حيرت ۾ ونجي ويو. هر هڪ جو قد هرڻ جيڏو! پريل ڪڏهن به نه سوچيو هو ته ڪا ڪونج به ايڏي ڊگهي هوندي! آخرڪار بندوق لوڊ ڪري، هڪ گهاتي ولر ڏانهن منهن ڏياري ڪڍي آ ڪيائين. ٻهرين نڪاءُ تي جيئن ئي ولر اُڏاٽو ته ٻئي نال جو به مٿن ڌوڙيو ڪيائين. ڪونجون

ٺُـروءَ.. ٺُـروءَ ڪنديون مٿي چڙهڻ لڳيون. مٿي چڙهي، چڪر ڪائي ۽ هوا ۾گهـُـتون هڻي اُن ڪونج کي اُڏارڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳيون.جا پريل جي ڦهڪڻ ٿي ڏک تي زخمي ٿي پيئي هـُـئي. پريل ڊوڙندي سهڪندي وڃي زخمي ڪونج کي جهليو. هـُـن جي ڪابي ڪنيڙاڻي پڄي پئي هـُـئي.

پريل اُن کي قابو ڪري گهر ڪٺي آيو. ڳوناٽن جو ميڙو لڳي ويو. ننڍيا وڏا، ٻار ٻـُـڍا ۽ زائفائون، سڀ هـِـن سهڻي پکيءَ کي ڏسڻ لئه اچڻ لڳا. ماٺهو کيس مبارڪون ڏيڻ لڳا. هـُـو کٽ تي چڙهي ٻالم ٻڻجي ويهي رهيو. بيحد سهڻي ۽ سالن ڪانپوءِ نظر ايندڙ پکيءَ کي زخمي ڪري گهر ڪٺي آيو هو. کيس اِن تي فخر هو. ڳوناٺا جيئري ڪونج ڏسي ڏاڍا خوش ٿيا. اِهو ميلو مـُـچڪو لڳ ڀڳ منو ڪلاڪ جاري رهيو. هر ڪنهن اڳتي وڌي، ڪونج کي هٿن ۾ ڪٺي اُن جي ڳچيءَ، پرن ۽ ڪنڌ تي هٿ گهمائي پيار وچان چـُـميون ڏنيون. ڪوبه اهڙو نه هو جيڪو ايئن ڪونج کي پري کان ڏسي سڪٺو موٽي وڃي ها. هر ڪنهن کيس ائين چميو جڻ ته ڪونج نه پر ننڍڙو بيحد پيارو ۽ معصوم ٻارڙو هو جو مائٽن کان وڇڙي وري ليپي پيو هو!

نيٺ ته اُهو مرحلو به آيو جڏهن ڪاڪو پريل چاقو ڪڍي ڪونج ڏانهن وڌڻ لڳو. هر طرف خاموشي ڇانئجي ويئي، ۽ هر ڪنهن جي نظر ڪاڪي پريل تي کپي ويئي. هر ماٺهوءَ چاقوءَ ڏي ڏسي رهيو هو. هڪ بنهه پـُـراسرار ماحول ڇانئجي ويو. ڪاڪو ماٺهن جي اهڙي گهـُـور ۽ اُداس چهرن ڏي ڏسي ڪاوڙجي پيو.

"ڇاهي؟ ڇا ٿا ڏسو؟ اڳي پکي ڪونه ڏٺا اٿوَ ڇا؟" هو دڙڪن تي لهي آيو. "هـَـلو نڪرو هتان. سوڙهه اچي ڪئي اٿوَ!"

ورجائي ورجائي چوڻ جي باوجود به ماٺهو پنهنجي جاءِ تان چـُـرڻ لئه تيار نه هـُـئا. ساڳيون ئي ڪـُـتل نظرون مٿس ڪنهن لعنت جيئن وسي رهيون هـُـيون. پريل "بسم الله ، اللهُ اڪبر" جي ورجاءَ ۾ ڪونج کي چهنب کان جهلي سـِـير وهائڻ لڳو. ماٺهوءَن ايذائيندڙ پل کي ڏسڻ جي همت ساري نه سگهيا. هـُـنن پنهنجا ڪنڌ ڦيري ڇڏيا.

"ڦُٽو اجا ڇا پيا ڏسو؟" پريل ٽپي ٻاهر ٽي ويو. ايئن پئي لڳو ڄڻ ته ڪاڪو رت کي ڏسي مست ٿي پيو هو. ڪروڌ مان جهيڙيندي، ڇڙٻون ڏيندي کين چيائين، "ڪو تـهان لئه ماري اٽم ڇا؟ ڏسو نه ٿا ته ننڍڙي جي دليا ناهڻي آهي. اِها ته معصوم جي قسمت هئي جو ڪونجون لهي پيون، نه ته ماٺهن جون زندگيون ڳري وڃون سندن هڏيون حاصل ڪنديا"

ڪاڪو پريل ڪونج حلال ڪري پري ٽي ويٺو هو. الاهي ...ر گذري ويئي، پر ڪونج کي ساهه نٿي ڇڏيو. پئي واريءَ مٿان ڦٿڪ ...وءِ جڏهن سامت ۾ آئي ته سندس رت جمڻ جو نالو نٿي ورتو. اهو ... ڏسي ڪاڪو اصل ڇتو ٿي پيو. جڏهن ڦتيل مرونءَ جيئن ڦاٽ ڪائي ... ته وريو ته ميڙ الائي ڪيڏانهن گم ٿي ويو. پر ڳوٺ جا ننڍڙا ٻارڙا گ...ي ...ر ...ءِ به اها جاءِ ڇڏڻ لاءِ هرگز تيار نه هُئا. جتي معصوم ڪونج جو رت واريءَ مٿان ٻيچينيءَ سان هن جي ڦٿڪندڙ جسم کي ڳولي رهيو هو.

# اُپ ۾ رڙيون

ڊئم جي بند سان شهري ماڻهن جي هڪ ٽولي ڪنهن عالمي تنظيم جي ملازمن سان گڏجي وڻ پٽي لڳايا. هڪ اهڙي جاءِ تي، جتي ڍاڪو سال اڳ وڻن جو قدرتي ٻيلو موجود هو. ڊئم واري جاءِ تي خوبصورت ڍنڍون هيون ۽ انهن خوبصورت ڍنڍن ۾ طرحين طرحين جا پکي پيا چڳندا هئا. ڪي موسم آهر ته ڪي ٻي موسمان به ٽڪيا پيا هوندا هئا.

ڍنڍن جي پاسارن سان پاڻيءَ جو جهنگ ٻيلي هوندو هو جنهن ۾ جهنگلي جانور ٻوسراتي توڙي پٽ جو گاهه کايو مهُوڙ لڳا پيا هوندا هئا. مقامي ماڻهن کي تڏهن اڄ جي مقابلي ۾ پنهنجي اولاد کي آڙي، هنجر، چيڪلي، ڊگوش، ٽورانڊي، ٻهاڙ هنج، رتونبي، نيرڳ ۽ ڪنيي جي سڃاڻپ ڪرائڻ جي ضرورت نه پوندي هئي. نه ئي ڪين اهو ٻڌائڻو پوندو هو ته اهي ڪٿان ٿا اچن ۽ ڪيڏانهن ٿا وڃن! ڍنڍن جي آسپاس آباد ڳوٺن جي ٻارڙن کي فطرت ۾ رهندڙ جهنگلي جيوت جون ڪيئي ڪهاڻيون برزبان ياد هونديون هيون. انهن ٻارڙن مان ڪاڪو مرگهه به هڪ هو.

جنهن ويل ڊيم جي بند سان ڪن شهري ماڻهن هڪ عالمي ماحولياتي تنظيم جي مدد سان وڻ پٽي پوکيا، يا ايئن ڪٺي چئجي ته وڻڪاريءَ جي هفتي ملهائڻ واري مهم دوران پنهنجو پراڻو ڪفارو پئي ادا ڪيو عين انهي ويل ڊئم مان خارج ڪيل هڪ ڍنڍ جي گهيڙ وٽ ڪاڪي مرگهه پنهنجي ننڍڙي پٽ اڪوءَ کي ڇر ڇر پاڻيءَ مٿان ايڪڙ ٻيڪڙ اڏامندڙ پکين بابت پئي ٻڌايو.

"او اهو ٻورانيءَ واري دڙيءَ مٿان اڏامندڙ ٽولي نيرڳن جي اٿئي.

هيڪر ويجهيا ٿيين تہ ڏسجانءِ انهن جو سِرِ سائو ۽ سينو پيلي ناسي رنگ جو ٿئي. وچ تي اڇو ڳانو ۽ ڇهنب پيلي سائي ٿئين. ماديءَ جو رنگ هلڪو خاڪي پر ان مٿان ميرڙا ڪارڙا ٽڪا ٿيندس!"

اڪو نيرڳن جي توليءَ ڏانهن غور سان ڏٺو. اها تولي ان ننڍڙي ڍنڍ مٿان گهمرو ڪري ماٺهن توڙي مال جي ڪِڙ کان وٺيرڪو وجي نوبڪلي اڄ تي لٿي.

"نيرڳ بدڪن ۾ سينيءَ کان غريب پکي اٿئي. تنهنجو ڏاڏو گهٽا سال اڳ ڇار ۾ ڦاسائي ڪٺي آيو هو. هڪ جوڙي تن مان گهر ۾ ڇڏي ڏني هئائين. اهي سياري جا موڪلائيندڙ ڏينهن هئا. اڏامي وڃڻ سورئون انهن جون اندريون پريون پٽي ڇڏيون هئائين. ٿورن ئي ڏينهن ۾ اهي ماٺهن سار هري مري ويا هئا."

اڪوءَ جي من ۾ آيو تہ هو بہ نيرڳ ڦاسائي سدوري ڍنڍ واري ڦاٽ ويجهو آسري لوَن جي اوٽ ۾ لڪل هنن جي خوبصورت ڳوٺ ڪٽائي وڃي جتي لڏڙن جي جوڙيءَ سان گڏ انهن کي بہ آزاد ڇڏي ڏئي. جيئن اهي شڪارين جي بندوقن ۽ ملاحن جي ڄارن جو کاڄ نہ بنجي وڃن!

ان ويل صبح جا يارنهن ٿيا هئا. اڪوءَ جي پيءُ ڪاڪي مرگهہ ان بيڙيءَ ڏي پئي ڏٺو جيڪا ڍنڍ ۾ پاڻيءَ جي سطح ڪري وڃڻ ڪري ڍنڍ جي تري کي ڇهڻي وئي هئي. گهيڙ جي بنهي پاسن کان نڙن جا گهاٽا ٻوڙا بيٺل هئا. سامهون ڍنڍ جي پيٽ ۾ ڪٿي پاڻيءَ تہ ڪٿي نڙن جا دَڏَ ۽ ڪٿي پن ۽ سڙيل گاهہ ڏسڻ ۾ پئي آيو. اڪوءَ ۽ ڪاڪي مرگهہ جي سامهون ٻندرنهن وکن تي اهو هُڙهو گپ ۾ ڦاٿو پيو هو. جو پاڻي هيٺ لهي وڃڻ ڪري زمين تي ويهي رهيو هو. پريان ڪجهہ فاصلي تي هڪ ٻيو هُڙهو ڪين پاڻيءَ ۾ بيٺل نظر آيو. نڙن جي ڪنهن جهُڳٽي سان بڌل هو. اڪوءَ جي دل ڪيو پئي تہ هو ڪاڪي مرگهہ کي ڍنڍ اندر وٺي وڃي ۽ انهن سيني شين بابت ڪائنس اڄ ئي پڇي وٺي، جن بابت هو اڳ نہ ڄاڻندو هو.

"بابا، جي پاڻ بہ انهن نيرڳن تائين هلون تہ؟" اڪو خاموشي ٽوڙيندي

# نادوارو _ 49

ڪاڪي مرگهه اڳيان پنهنجي اندر ايري آيل شوق جو ذڪر ڪيو.

”پاڻي تمام ننڍو آهي، پٽ.“ مرگهه سمجهائيندي چيس.”هڙهو ڪنهن نه ڪنهن جاءِ تي هلي ڦاسي پوندو. پر پاڻ ٿوري منزل تائين هلي سگهون ٿا.“

اڪوءَ جي اڪين اڳيان پوپٽ ڊوڙڻ لڳا. هن جي چپن تي مرڪ ڇا آئي جڻ ته هن جو سمورو مک مهڪي اٿيو. هن ڏنو ته ڪاري رنگ تي پکين جي هڪ ٽولي اڏرندي هنن مٿان گذري ويئي. اهي ڪنيا هئا. ڪانئرن کان وڏا ۽ پيٽن کان ننڍا، ڪڏهن ڪڏهن ڍنڍن اندر ڪنڊين ۾ لئين جي سڪل بنڊين تي جڏهن چڙهي ويهندا هئا ته ڪاڪي مرگ جي ڳوٺ ۾ آسپاس جي مياڻين جا ملاح انهن کي سنئي سوڻ طور ڏسندا هئا. ڪيترن کي ته جارين ۾ ڦاسائي ٿورو هيراڪ بنائي ٻيڙين سان ٻڌي ڇڏيندا هئا ته جيئن انهن جي مدد سان ٻيا پکي ڦاسائي سگهجن.

ڪاڪو مرگهه فقط مڇي ماريندو هو.هن جي زال ڇگي تڏيون ناهيندي هئي. ننڍڙو اڪو هاڻ اڃي هڙهو هاڪارڻ جهڙو ٿيو هو. انڪري مهيني ڏيڍ کان ڪاڪو مرگهه هن کي پاڻ سان گڏ مڇي مارڻ لاءِ وٺي وڃڻ لڳو هو. ڪڏهن ڪڏهن پن لٽڻ ويندو هو ته به ڪيس ساڻ رکندو هو.

ڪاڪو مرگهه ۽ ننڍڙو اڪو جنهن ويل پاڻيءَ ۾ بيٺل هڙهي ڏانهن وڌيا پئي ان ويل شهر مان آيل وٽڪاري مهم وارا ڪين ويجها ٿي آيا هئا. مرگهه ڪين ذاتي طور سڃاڻندو هو. ڇو ته اهي اڪثر ڳوٺن ۾ ايندا رهندا هئا، ۽ ڳوٺاڻن تي وٽن، بوٽن، پکين ۽ جانورن کي بچائڻ جي تبليغ ڪندا هئا. جنهن تي ڳوناٽا مٿن کلندا هئا.

”سچي تباهي ٻاهريان کان آيل لوڏون اچيو ڪن_ ۽ هي اسان کي ٿا اچي چون ته انهن جي پارت اٿئوا“ ڳوناٽا پنهنجي منهن هڪٻئي سان حال ونڊيندي چوندا هئا.”جڻ ته ڊئم اسان ناهيو هجي! جڻ ته پکي ۽ جانور اسان ماريندا هجون!“

شهر مان آيل عالمي ماحولياتي تنظيم جي ملازمن ۽ انهن سان

# ناد وارو _ 50

شامل اخباري خاطن ۽ اسڪولي شاگردن ڍئمر جي بند هينيان ڍنڍ جي ڪناري سان هڪ خوبصورت جاءِ ڳولي اچي پڙاءُ ڪيو. انهن مان ڪيترائي هيڏانهن هوڏانهن جا چڪر ڪاٽي قدرتي نظارن مان لطف اندوز ٿيڻ لڳا. هنن جي هٿن ۾ شهر جي جنرل اسٽورن ۽ سپر اسٽورن تي ملندڙ صاف پاڻيءَ جون بوتلون، نمڪو ڪاچا، خشڪ داليون، چپس، بسڪٽن جا ڏٻا، لنچ باڪس، جوس ۽ ۽ برف جي وڏن ڪولرن ۾ پوريل يخ ٿڌيون پيپسيون هيون.

ڪاڪي مرگهه اکوءَ کي ٻڌايو تہ ”هنن ويچارن کي هتي جي وڻن، جانورن، پکين ۽ ٻوٽن کي بچائڻ جو وڏو اونو آهي. هيءُ هتان جو پاڻي نٿا پيئن، پر جن پکين ۽ جانورن کي بچائڻ نڪتا آهن، سي هنن ڍنڍن جو پاڻي پيئن ٿا. هي هتان جي ڍنڍن ۾ دٻن کي زهريلو سڏين ٿا، پر انهن کي زهريلو بنائڻ وارا خود اهي شهري ماڻهو آهن. شهرن جي سموري گند ۽ ڳٽرن جو منهن هاڻ هنن ڍنڍن ڏانهن ڪيو آهي. پر، پٽ، تو ڏسندين تہ اهي پاڻ اچي تبليغ ڪندا تہ ڍنڍن کي خراب نہ ڪيو. ٿيلهيون استعمال نہ ڪيو! هنن ۾ ڪپڙا نہ ڌوئو! ۽ هنن ۾ تيل پيٽرول نہ هاريو. پر اهي ٿيلهيون، بوتلون ۽ ٻيو گند پاڻ ڍنڍن ۾ اڇلائي هليا ويندا!“

ننڍڙي اکوءَ جي نظر ڪنين جي ولر تان ڇڇي ڏار تي پريان ڍنڍ ۾ لهندڙ ڪن پکين سان وڃڙي پئي، جن ٽڪڙو ٽڪڙو پاڻيءَ ۾ لهي چوڦير ڦري جڻ تہ مارين جو واءُ سواءُ پئي لڌو.

”بابا، اهي ڪارا ڪانئرا آهن نہ؟“

”نہ پٽ.“ ڪاڪي مرگهه وراڻيو.”انهن مان ڪجهہ ڪُنيا، ۽ ڪجهہ سريون آهن.انهن جا پير ڳنڍيل هوندا آهن. ڇُهنب وڏي ۽ هيٺ تي مڙيل هوندي اٿن. جنهن سان اهي مڇيون شڪار ڪري کائيندا آهن. تنهنجي ڏاڏي جي ٻيڙيءَ تي سدائين هڪڙي سِري ويٺل هوندي هئي، ۽ گهر ۾ نيرڳين جو ولر. هاڻ تہ پکي بہ گهٽ تي ويا آهن. ملاحن جي ٻيڙين تي هاڻ توکي سانهون ۽ ڪانئرا ويٺل نظر ايندا.“

ڪاڪو مرگهہ ۽ اڪو نڙن جي جُهڳٽي مان ٻيڙي ڇوڙي، منجهس چڙهي، اندر ڍنڍ ۾ جتي سندن چار اڏيل هئا اوڏانهن وڃڻ لڳا.

فيبروريءَ جي شايد اها ستاويهين تاريخ هئي. ڏينهن چڙهندي ٻہ ٽڏي ٽڏي هوا پئي لڳي. هفتي اڌ ڪان ٽڏ ٻہ هلڪا هلڪا وڏ پئي وڏا. انڪري پکين وري موٽ ڪاڏي هئي. ايڪڙ ٻيڪڙ ٽوليون ڏينهن ڏٺي جو ٻہ ڍنڍين ڏانهن پئي آيون. انهن ٽولين پنيان وري شڪارين جون ٽوليون هيون جيڪي ڍنڍين جي ڪنارن سان پٽن جا ور وڪڙ ڏيو پئي هليون.

”تنهنجي بابي جي يادگيريءَ ۾ هت هنج ٻہ لهندا هئا. پر اها تڏهن جي ڳالهہ آهي جڏهن هنن ڍنڍين ۾ تازو پاڻي وهندو هو ۽ ڇوڏاري لِڪ هوندي هئي. هنن ۾ نہ گٽر وهندا هئا، نہ ماڻهن جا گونهن. نہ ڪارخانن جا زهر شامل هوندا هئا نہ وري فصلن جا! ڍنڍين ۾ پاڻي نہ ايندو تہ. پٽ، انهن اندر رهندڙ ڪوڏن جي بيدن سان هي ڍنڍون ايئن پرجي وينديون جو هت رڳو توکي ڪانئرا ۽ ٻگهہ نظر ايندا. ڍونڍ جي ڏپ پئي ميلن تي ساڙيندي“

اڪو هڙهي جي پنئين حصي تي وينو هو. ڪنهن مهل هڪ ڪينو اڏرندو هن جي پشم جهڙن وارن مٿان گذري ويو.

” هي ويچارا ٻہ ڏس نہ ڪيڏو پنڌ ڪري اچيو هت نڪرن. جڏهن نارو سمنڊ ۾ ڇوڙ ڪندو هو تہ هنن ڍنڍين مان جهينگو ٻہ مرندو هو تہ پلو ٻہ . هي ڪينو ۽ هي خوري اصل ۾ سمنڊ جا پکي اٿئي، پر هوا ٻہ پاڻ سان هڪڙو سمنڊ ڪنيو هلي، جنهن جي ساءَ تي اڏرندا هي هت اچيو پهچن.“

اڪوءَ کي ڪينو ۽ خورين بابت ڳالهہ سمجهہ ۾ نہ آئي. هو چپ رهيو ۽ ڍنڍ جي پاڻيءَ ۾ هلندڙ ننڍڙن ننڍڙن پونگن کي ڏسندو رهيو.

”پکي، جانور، مڇيون ۽ ماڻهو، هڪڙو ئي ڪٽنب ٿئي، پٽ.“ ڪاڪي مرگهہ هڙهي کي رڇن ڏانهن هاڪاريندي چيو”ڍنڍون، درياءَ ۽ سمنڊ انهن جا گهرو وسيلا آهن. جي اهي تباهيءَ جي ور چڙهيا تہ پوءِ گهر ڀاتين کي ٻہ ڪير بچائي نہ سگهندو. اهي مري ويندا، ختم ٿي ويندا_اها ڳالهہ سينيءَ کي سمجهہ ۾ اچڻ کپي. تو مون سميت سينيءَ کي!“

”پر، بابا، پنهنجي مسيت جو مُلون تہ ايئن نٿو چئي؟“ اوچتو اڪو ملي جي ڳالهہ چوري، ڇو تہ اڪوءَ جو ڪجهہ وقت مسيت ۾ ملي وٽ پڙهندي بہ گذرندو هو.

”مُلين کي بہ سوچڻو پوندو.“ ڪاڪي مرگهہ چيو”مُلون ڪنهن بي دنيا جي مخلوق تہ ناهي!“

ان وچ ۾ مرگهہ ڍنڍ جي سطح مٿان تاهہ ڪائي تورو پرپرو وجي لهندڙ پيهوڙي پکيءَ ڏانهن ڏٺو جنهن اڏرندي ئي سندس ڪنن تي ڏاڍي سُريلي ٻولي اچلائي.

پنهنجي ڳالهہ کي جاري رکندي چيائين.”ملون ڪجهہ بہ چوي پر پاڻي ماءُ آهي، جنميندڙ آهي ۽ زندگيءَ جو ڏٽي آهي. جو ان کان انڪار ڪندو پنهنجو سر وڃائيندو!“

اڪوءَ جي نظر وچ جيئن پتڪي وچي پريان ٻن پٽن جي ٻُڪڙ ۾ بينل ان ڪنڌي کي ڇهيو جو ٽن چئن سالن کان وسڪارو نہ ٿيڻ ڪري سڪي سڙي ويو هو. جنهن لاءِ ڪن مقامي ماڻهن جو چوڻ هو تہ ان تي غيبات جو اثر آهي. پر ڪاڪي مرگهہ کي خبر هئي تہ زندگي ان جي هڏن مان هلي وئي آهي. جنهن جو دارون دوا فقط پلر جي پالوٽ ۾ آهي.

اڪو ۽ ڪاڪو مرگهہ هاڻ پنهنجن رڇن کي اچي ويجها پهتا هئا. هنن کي ڏسندي ئي پاسي ۾ چڳندڙ هڪ تولي نيرڳن جي تاهہ ڪائي پولار ۾ چڙهي. سامهون ڍنڍ جي ڪناري وٽان زوردار نڪاءُ ٿيو. پهريان هڪ. پوءِ ٻيو ۽ پوءِ ٽيون. ان ڪانيوءِ نڪائن جا ڏوڙيا ٿي ويا. ڪاڪي مرگهہ کي الائي ڇا ٿيو جو هن کي نڪائن تي پنهنجو اڪو ٻولاتيون ڪائيندي نظر آيو. اڏامندڙ نيرڳن مٿان ڇيرن جي وسڪاري مٿن رت جو مينهن وسائي ڇڏيو. پيءُ پٽ جون عام ڪيفيتون تبديل ٿي ويون. حيرت ۽ اچرج سندن اکين ۾ اچي واسو ڪيو. پهريان هڪ نيرڳ ڪريو، پوءِ ٻيو. ۽ پوءِ هنن ڏسڻ ڇڏي ڏنو. جڻ تہ پکي نہ هئا ڪي ماڻهو هئا. رت ۾ لت پت ٿي پئي پاڻيءَ ۾ ڪريا.

”مالڪ ڪو انڌو ڪرينَ!“ ڪاڪي مرگهہ جي وٽان نڪتو.

"مسين ڏينڊين جي رونق وري هئي. اها به سَني ڪونہ ٿين! اڪين ڪان تہ انڊا آهن پر دليئون بہ انڊا آهن."

ٿورڙي ئي دير ۾ ڏنڊ جو اهو حصو جتي نيرڳن ڏابو ڪيو هو ريتي رت سان چمڪڻ لڳو. ڏنڊ جي بلوري سطح تي ان وٽندڙ رنگ نچڻ لڳا. ٻي گهڙي جڏهن اڪو آسمان ڏي ڏٺو تہ سڄو پولار ڪاوڙ ۾ ڪروڌ ۾ رڙندڙ ڪنگن، ڪانئرن، ٻگهن ۽ ٻين پکين جي احتجاج سان گونجي اٿيو هو.

# بلبل سائينءَ جو ڪتبو

(هر فاتح جا هٿ خالي هوندا آهن: ارنيسٽ هيمنگوي)

سچل جي پيرانديءَ کان بيٺي، هُن جڏهن پنهنجا هٿ دُعا لاءِ ڏگهيڙيا تہ سامهون ديوار جي هڪ ننڍڙي ڳڙکيءَ مان هُن کي هڪ بُربلو نظر آيو جو ڪبڙ جا سُڪل پيرون ڏاڍي مزي سان کائي رهيو هو. سچل تي هن جي اها آخري حاضري هئي. پنهنجن آڱرين جي وٿين مان اک ڪڍي جڏهن غور سان ڏنائين تہ خبر پيس،هُن جي هڪ ٽنگ پڳل هُئي. ۽ ميوي کي جڏهن ٽڪيائين ٿي تہ هُن کان پاڻ سنڀاليو نہ پئي ٿيو. هو دُعا گهري درگاھ جي اڱڻ تي اچي ويٺو ۽ سامهون پراڻن يادگار ڪبڙن تي "ٽيڪڙو ٽيڪڙو" ڪندڙ بربلن کي ڏيان سان ڏسڻ لڳو. هُن کي اُهو زمانو ياد آيو جڏهن هو ناري جي اُن پراڻي پٽ مان بُربلا ڦاسائي وڪڻندو هو جتي سانوڻي هر سال هڪ انوکو بهار کڻي ايندي هئي، جنهن جي آجيانّ ۾ جاڳري ٻيرين جا جُوها بہ سرهائي محسوس ڪندا هئا. جن جي ٽارين تي ڪارا ايراني ۽ سنڌي بُربلا جيت جڻن پنيان سجو ڏينهن پيا ٽِپا ڏيندا هئا. اِهي مئي ۽ جون مهينن دوران بيماري هيٺ آيل پيلن پنن کي وري سائو ٿيندي ڏسي، پنهنجون ننڍڙيون معصوم چهنبون هڻندي پنهنجي پاڻ کي سُک ۽ شانتيءَ واري ماحول ۾ پيا محسوس ڪندا هئا. پر افسوس جو هاڻ، اِنهن نادان ۽ نفيس قسم جي ننڍڙن پکيئڙن سان لاڳاپيل منظرناما، جن جي ٻولين کي شاعرن جي دائمي جذبن واري زبان مليل هئي، آهستي آهستي اکين کان اوجهل ٿي رهيا هئا!

سنڌ جي صحرا ۾ سانوڻي بہ پاڇاتو بهار بنجي ايندي آهي. اِنڪري اِهي جيت ڪائيندڙ آن واپرائيندڙ محبت جي داستانن ۾ باغن ۽

باغبانن جي دلين تي راڄ ڪندڙ سهڻا پکي. سنڌ جي بئراج وارن علائقن مان هجرت ڪري اچي ٿاريلا توڙي ٽاڪرو پٽ وسائيندا آهن. جتي جڏهن برسات پنهنجي پلـُر سان گڏ هڪ ٻي بهار جي خوشخبري آڻيندي آهي. تڏهن پرواني جهڙا پراڻا خفتي سـُـت سان اُڻيل ڄاريءَ وارا بيگ هٿ ۾ ڪري وڃي ٽڪر جو پاسو جهليندا آهن. جتي ٽاڪرو وٽڪار جي وچ ۾ خالي پيل پٽن تي چوڳون وجهي، ڏب وڇائي. جيئرا بربلا ڦاسائي اچي پڃرن ۾ بند ڪندا آهن.

بـُربلا ڦاسائي پالڻ ۽ ويڙهائڻ واري شوق ڇڏئي پرواني کي، جيتوڻيڪ ڪجھ سال ٿي ويا هـُئا. پر پوءِ بہ شهر جي وچ مان گذرندي، نوجوانن جي آڱرين تي ويٺل پکي ڏسي دل ستون ڪائيندي هـُيس. ايئن محسوس ٿيندو هيس، ڄڻ تہ هن جي گهر مان تاندو ڪٽڻ وارا سندس خفت جا ڏٽي تي وينا آهن. هو جڏهن ويجهو وڃي بہ گهڙيون ساڻن ڪچهري ڪرڻ چاهيندو هو يا خفت تي ڳالهائي دل خوش ڪرڻ گهرندو هو. تہ ڇورا ڌڪاري نظرانداز ڪري ڇڏيندا هـُيس.

ڪُراڙو نيڻ ڪري، هـُو هونءَ بہ اڪيلائيءَ جو شڪار هو. ويتر اهميت وٺڻ جي ڪوشش ۾ تڙبو هو تہ دل جا ٽوپا اڌڙي پوندا هـُيس. جوٽس سون ٻائيءَ جي لاڏاڻي کان پوءِ، پٽن بہ نڪمو، بيڪار ۽ اجايو بار سمجهي گهر جي هڪ ڪنڊ ۾ ڌڪي ڇڏيو هوس، جتي کٽ، پڳل پيتي ۽ ٻن ٽن رلين ڪانسواءِ هن لاءِ ڪجھ بہ پيل نہ هو. اهڙي صورتحال ۾ مِٽن مائٽن، سنگتين ساٿين ۽ عام خلق طرفان عطا ٿيل ڌڪار. ڪيس محبت جو مريض بنائي ڇڏيو جنهن جي آسيس وٺڻ خاطر، هو وتندو ولين ۽ بزرگن جون چائنٽون چمندو هو.

گهڻا سال اڳ. جڏهن سيارو اچا پنهنجا پير سوري رهيو هو تہ هـُو چار پنج بربلا ڦاسائي گهر کڻي آيو هو. سندس مقابلي ۾ جيڪي بہ پراڻا خفتي هـُئا، سي هـِـن ننڍڙي سَنِي واري شوق طرف ماڻهن جي گهٽ دلچسپي ڏسي ميدان ڇڏي ويا هـُئا. هـُنن ۾ ڪـُڪڙن ۽ ڏڳن تي پئسا رکڻ جي چـُوس پئجي چـُڪي هـُئي. پر هـُو جيڪو هـِـن ننڍڙي پکيءَ جو پوڄاري

هو تنهن کي هِـن پتـڪڙي ويڙهـ ۾ ڏاڍو مزو ايندو هو.

ميرن جي راڄڌانيءَ واري اِن پراڻي شهر ۾ اِن قسم جي ويڙهـ جو باني هُو پاڻ نـ هو. هن کان اڳ هن جو ڏاڏو اهو شوق ڪندو هو. هن کي خفت ڏاڏي کان ورثي ۾ مليو هو. هن سڄي جُـوءِ ۾ ڪن تورڙن کي چڏي باقين کي بـُربلا ويڙهائڻ جو شوق نـ هو. پر ڪين خفتين کي داد ڏيڻ، مقابلا ڏسڻ ۽ بربلن جي ويڙهـ تي پيسا رکڻ جا هو ڪوڏيا هئا! هُن جي اِن شوق، نوجوان ڇوڪرن ۾ باقاعدي هڪ ٽولو پيدا ڪيو. جنهن، اڳتي هلي خود هن جي هڪ هٽي بـ رَئِي ڪري ڇڏي اِن ڏُک ۾ بـ هُو ڏينهن جا ڏينهنَ گهر ليٽيو پيو هوندو هو ۽ پنهنجي زال کي پيو ڊائلاگ هڻندو هو:

”اُڏر بلبل! اُڏر اُڏر! مون توکي آزاد ڪيو. مون توکي آزاد ڪيو.“

جنهن تي جوٽس ڪاوڙجي پيڪين هلي ويندي هـُئي، ۽ هو منٿ ميڙ ڪري وري واپس وٺي ايندو هوس. اهڙي طرح اهو سلسلو پيو هلندو هو.

پر پاڻ ڳالهه پئي ڪئي هُن جي پنجن بـُربلن جي، جيڪي هُن وڏي جفاڪشيءَ کان پوءِ ڦاسايا هـُئا. هونئن تـ هـُن اِن موسم ۾ لڳ ڀڳ ويهه کن پکي ڦاسايا هـُئا. جن مان بارنهن تـ ماديون نڪتيون. تن کي اصول مطابق هر حالت ۾ آزاد ڪرڻو هو. اِهي اصول خود هن پاڻ نـ گهڙيا هئا. پر وڏڙن جي ريت نباهيندو پئي آيو. باقي انن نرن مان ٽي تـ هـُن رستي ۾ ئي ڪپائي ڇڏيا ۽ پنج پاڻ سان گڏ هڪ ڄاريءَ واري ٻُجڪي ۾ وجهي گهر کڻي آيو.

بربلن کي پڃري ۾قيد ڪري، هو ٻاجهري، ساوڪ ۽ جوئر جي ڪڻ ڳولهڻ لڳو. اِن وچ ۾الائي ڇو کيس پنهنجيَ جوانيءَ وارا ڪئين منظر ياد اچڻ لڳا. جن ۾ هڪ منظر ان ڪڱڻين وڪڻڻ واري اڌ سامايل، اٺڄاڻ ڇوڪريءَ جو بـ هو جنهن کي هو ڪنهن آني بهاني پنهنجي ڪونيءَ تي وٺي آيو هو جتي کيس منيون منيون ڳالهيون ٻڌائي، هُن سان پنهنجي پيار جو اظهار ڪيو هئائين. پر هوءَ ڏاهي ٻُربلي هئي، هن جي چڪر ۾ نـ آئي. هوءَ جيئن ئي سندس گهر مان ٻاهر نڪتي تـ سدائين لاءِ گم ٿي ويئي. ۽ اُها ڇوڪري هـُن وري ڪڏهن بـ ڪونـ ڏٺي. شايد هوءَ بـ آزاد ٿيل بـُربلين جيئن سدائين لاءِ جوءِ مَـٽي وئي هـُئي. خيالن جو سلسلو اڳتي وڌائيندو هو

الائي ڇا ڇا سوچيندو رهيو. پر بربلن لاءِ ان ۾ پاڻيءَ جي جوڳي بندوبست جو خيال هن پنهنجي دل ۽ دماغ تان نہ لاٿو.

هوڏانهن پڃري ۾ بُربلن کي اوجاڳي ڪرائڻ جو طريقڪار بہ هن تيار ڪري ورتو هو. تيز روشنيءَ وارا بہ بلب سندن پڃري اندر لٽڪائي ڇڏيا هُئائين. جڏهن انهن کي ٻاريائين تہ بلبن جي سيڪ ۽ شعاعن، بُربلن کي سر هيٺ ڪرڻ نہ ڏنو. ڪين اوجاڳي ڪرائڻ جا ٻيا بہ گُر ايندا هيس، پر پالتو بنائڻ لاءِ اهي شايد ايترا ڪارگر نہ هئا.

هڪ ٻيو طريقو اختيار ڪندي هُن پڃري اندر لچڪدار ٻيسُرين گهنٽين جو اِهڙو نظام متعارف ڪرائي ڇڏيو جو جيئن ئي بُربلا اُنهن ڪانين جي جهل ـ نما گهنٽين تي ويهن، تہ اُهي وڄڻ لڳن. پکي ويچارا هڪ ڪانيءَ تان لهي ٻي تي ويهن، ۽ اُها بہ وڄي تہ ٽين تي هليا وڃن. اهڙي طرح پنج پکي آخر ويهن تہ ڪٿي ويهن!

هڪ تہ ويچارا پنهنجي فطري جبلت جا محتاج، ٻيو تہ هڪ ئي وقت ٽن چئن قسمن جا ٻي سُرا آواز گونجن، جن جون لرزشون محسوس ڪري پکين جا دوڏا ئي ٻاهر نڪريو اچن.

اهڙي ريت پورا اٺ ڏينهن ۽ اٺ راتيون هُن ننڊ ڪرڻ نہ ڏني هين. پر پوءِ بہ جڏهن ويڙهہ تي تہ نوجوانن اڳيان هُن جو هڪ بہ بُربلو ٻيهي نہ سگهيو هو. ۽ اصول مطابق جنهن بہ پکيءَ کي هارائڻو هو تنهن کي آزاد ڪرڻو هو. هُن پنهنجون هنجون روڪي سندن ٽنگن مان ڏوري ڪڍي تہ هُن جي درزن کن پرستارن بہ روئي ڏنو هو. جمهوري قدرن جو اِهڙو مظاهرو سندس سنگتين ڪڏهن بہ نہ ڏٺو هو!

پر پوءِ الاهي سالن ڪانپوءِ هُو وري ميدان ۾ لٿو. تڏهن هُن جو مقصد رڳو بازي کٽڻ نہ هو پر اِن شوق کي ماڻهن ۾ متعارف ڪرائڻ ۽ بُربلن مٿان ظلم نہ ڪرڻ جهڙا نقطا بہ شامل هُئا. انڪري هُن شهر مان چندو ڪري ٽي بينر لڪرايا، جن تي "آل پاڪستان پهريون بلبل ٽورناميئنٽ" لکيل هو جيڪو سندس ئي شهر جي هڪ پراڻي ۽ قِتل بنگلي جي اڳڻ تي ٿيڻو هو. اِنهي ٽورناميئنٽ جي اعلان سان بربلن تي چڱي

خاصي مار پيئي. آس پاس جا باغ، توڙي ٽڪر جون جاگري ٻيريون ماڻهن جي عتاب جو نشانو بڻيون.

جڏهن ٽورناميٽ شروع ٿيو تہ اخبار وارن ڀهريون پيرو اِن ويڙهہ جي رپورٽنگ ڪئي. پري پري جي خفتين کَهي اچي مقابليَ ۾ حصو ورتو. لس ٻيلي کان هڪ ٽيم آئي، جنهن وٽ اعليٰ قسم جي ايراني بربلن جي نسل جون بہ جوڙيون هُيون. ڪاڇيلي جي باغ مان بہ جوڙي پڪڙي اُتي آندي وئي هُئي. هي بُربلا آندل نالي شيدي ڪٽي آيو هو. الائي ڪيتريون جوڙيون تہ رڳو خيرپور مان شامل ٿي رهيون هيون. فيض محل واري باغ جا بُربلا ، ڪيتيءَ مان آندل ڪڙپيل جهنگلي بلبل، ناري-پار وارا ٽري جيت ڪائو جنگجو پکي، اِنهن ٽيمن ۾ شامل هُئا. هڪ ٽيم مِٺي ۽ آس پاس وارن علائقن جي سرسبز ڪونيٽن ۾ پلجندڙ اُن نسل مان هُئي، جا اسپري توڙي ٻين غلاظتن کان بچيل ماحول ۾ پلي جوان ٿي هُئي.

اِها ٿي اُها گهڙي هئي، جنهن لاءِ چوندا آهن تہ ٻڌائي نہ ايندي آهي، ۽ ڪيس بہ خبر نہ هئي. هر خفتي هن جون ڳالهيون ڪري رهيو هو. مادين ۽ هارائيندڙ پکين لاءِ سندس ڪهل مثال بڻيل هئي.

هن پنهنجي پاران ٽي نوجوان ميدان ۾ لاٿا. جن کي شهر وارن رول، واندا، متي ڦريا ۽ بيوقوف جي خطابن سان نوازي رکيو هو. پر هو پنهنجي ان شوق ۾ سچ پچ تہ فطرت جو اُبتڙي طرح اثر وٺي رهيا هُئا.

اخبار وارن جڏهن سندن فوٽا پئي ڪڍيا تہ واتهڙن مان ڪن ڪين وڏي واڪي طعنا هڻندي چيو"هائو ٻيلي هائو. وٺي وڃونَ. وڃي مائرن جا فوٽا بہ ڪڍرايونَ!"

نوجوانن اهڙين ڳالهين جي ٽڪي جي پرواهہ بہ نہ ڪئي. ٽورناميٽ جيئن ئي شروع ٿيو پِڙ تي سوين ماڻهو اچي گڏ ٿيا. قسمين قسمين جا شوقين. ڪافي تعداد ۾ ڪبوترن جا خفتي بہ اچي گڏ ٿيا هُئا. سڀ هينئين ڪلاس جا سنڌي ماڻهو هُئا. جڏهن ڀهرين جوڙي ڦڙڪي تہ سوَن جي مجمعي پنهنجون اکيون ٽڏيون ڪيون. "واهہ واهہ" ٿي ويئي. سڀ کان وڏيڪ سرهائي تہ اُن بربلي کي ٿي، جنهن هارايو ۽ قانون موجب ڪيس

آزاد ڪيو ويو. دنيا جي هيءَ واحد قسم جي ويڙهه هُئي، جنهن ۾ حقيقي جيت تہ اُن پکيءَ جي پئي ٿي، جنهن مقابلي ۾ هارايو پئي. اِن ڪري ڪٽيندڙ بُـربلي کي وري بہ ٻئي نئين نڪور پکيءَ جي سامهون ڇڏيو پئي ويو.

بُـربلا هڪ تہ ٿيندا آهن هلڪڙا، ٻيو جي هڪٻئي سان ڳنڍجيو وڃن، تہ ٻوڙ لوٽ پوٽ ٿيو وڃن. نتيجي ۾ ڪمزور، اڳرائي ڪندڙ جي سامهون ٽِڪي نہ ٿيندو. هو جي ويجهو ايندس تہ سامهون وارو وٺي پڇڙ جي ڪندو ۽ اصل نہ وڙهندو ۽ خفتي، جو سندس مالڪ بہ هوندو. دل ئي دل ۾ پيو خار کائيندو ۽ گاريون ڏيندو تہ : ”هتان نڪر تہ پڇائي ڪاوانءِ!“

جنهن ٻـڙ تي مقابلو پئي ٿيو اُن جي آس پاس الاهي ريڙهين وارا بہ اچي گڏ ٿيا هـُئا. ڪن تہ چٽا پئي ڪپايا، ڪن وري پلاءُ ۽ ڪن قُلفي وغيره. سڀ ڪان وڏيڪ ڪمائي سَٽي بازن جي هـُئي. جن پاٽي پاٽيءَ تي ٿي پيسا رکيا.

هـُن ٻن بـُربلن تي پيسا رکيا. هڪ تي تہ سائس اُڪي ٿي ويئي، پر ”جل پري“ نالي بربلي تي رکيل موڙي ڪيس هڪ هزار روپين جي ٽيڪ ڏياري. ميدان ۾ گڏ ٿيل ريڙهين وارن کان هـُن پنجاهہ روپيا في ريڙهيءَ جي حساب سان ورتا. ۽ اِهڙي طرح ٽورناميـنٽ ۾ رجسٽري ڪرائڻ لاءِ هـُن پارٽين تي في پارٽي پنجاهہ روپيا رکيا هـُئا. هـُن اِن سڄي ٽورناميـنٽ مان چار پنج هزار روپيا ڪمائي ورتا هـُئا. باقي جيڪو چندو ڪيو هئائين، سو خرچ پکي ۾ لٽ پٽ ٿي ويو.

اُن ڏينهن لڳ ڀڳ پنجاهہ بـُربلا ويڙهايا ويا. اُنهن مان ٽن پهريون، ٻيو ۽ ٽيون نمبر کنيو. هـُن جي نمائندگي ڪندڙ نوجوان شروع ۾ ئي هارائي ويا. ڇو جو هنن پرواني جو چوڻ نہ ورتو. هو پنهنجن بـُربلن کي نشي جون گوريون کارائي آيا هـُئا. اڳ ۾شايد ڪبوترن جا خفتي رهيا هـُئا، انڪري بـُربلن سان بہ اُهائي ڪار ڪيائون. پر سڀ کان ڀلي ڳالهہ اِها ٿي، جو سوين ماڻهن جي سامهون اٽڪل ستيتاليهہ بـُربلا آزاد ماحول ۾ ڇڏيا ويا، جنهن تي هـُو تمام گهڻو خوش ٿيو. ڇو تہ هار ۾ ئي هـُن جي جيت هـُئي. اِهو ئي هـُن جي زندگيءَ جو ڪلائمڪس هو: شروع ۾ شڪاري، آخر ۾ رکوال يا جوانيءَ ۾ ماري، پيريءَ ۾ راکو.

اُهي ڏينهن اُهي شينهن، هـُن پنهنجي ڪُل موڙي ڪٽائي اچي تڪر پيڙو ڪئي، جتي درگاهـ ساجن فقير جي ڏاڪڻين پر هڪ جهوني ڪندي بيٺل هئي، جنهن هينيان ٻـ ترڏيون وڇائي هـُو ويهي رهيو. آهستي آهستي هـِتان هـُتان جا ماڻهو ٻـ وٽس اچڻ لڳا. ايئن ڏسندي ئي ڏسندي معتقدن جو هڪ وڏو حلقو سندس ٻاهريان جمع ٿي ويو. هو سچل جو شيدائي هو. انڪري آخري درگاهـ جنهن تي باقائدي هن حاضري ڀري، سا سچل جي هئي. اتان موٽڻ ڪانپوءِ هو ويو ڏينهون ڏينهن ڪمزور ٿيندو. ايتريقدر جو هڪڙي ڏينهن سيني ڪي گهرائي ڇپائين:

”خفتيو هاڻ ٻاڻ ڪي ٻـ آزادي گهرجي!“

ڏينهن پرجي آيا هئس. معتقد ٻـ سمجهو هئا. انڪري ”بلبل سائين“ نالي وارو سائن بورڊ ٺهرائي، رستي مٿان لڳرائي ڇڏيائون، ۽ هڪ ڪتبو لکرائي سندس قبر مٿان ٻـ هڻائي ڇڏيائون. ڪتبي تي هيئئين عبارت تحرير ٿيل هئي:

خفـتـي: بلبل سائين

ماحـول: پـُرندڙ جبل، واري ۽ رائو

رونــق: ڇاڱري ٻيريون، ڪنديون ۽ ڄاريون

وسينهـ: قسمين قسمين جا پکي ۽ اُنهن جون ٻوليون

ٻارهــو: سيپٽمبر جي پڇاڙي

باس: پکي آزاد ڪرڻ

هر سال سيپٽمبر جي پڇاڙيءَ ۾ ”بلبل سائين“ تي ميلو لڳندو آهي. جنهن جو خاص شغل بربلن جي ويڙهـ ئي هوندو آهي. پر سڀ کان اهم ڳالهه اها آهي تـ ويڙهـ کان پوءِ هر هارائيندڙ پکيءَ کي آزاد فضا نصيب ٿيندي آهي. پر فاتح پڃري جي قيد ۽ اڪيلائيءَ جي گيتن ڪانسواءِ ٻاڻ سان گڏ ڪجهہ ٻـ نـ کٽي ويندو آهي!

# هجرتن جي موسم

مئي جي منهن سازگرمين واري هڪ ڏينهن اچي اِها ڳالهه هلي تہ سوياري ٻجير جي ننهن ڪي بہ جاڙا ٻار ڄاوا ۽ راتو رات مري ويا. نہ روڄ ٿيو نہ راڙو. پاڙو حيران تہ هي ڪهڙا ماڻهو جو هانءُ جهابو بہ نہ آين! نہ رُنا، نہ اکيون آليون ٿين – بس پنهنجي ڪم ڪار ۾ جُنبي ويا. پر عشق ۽ مشڪ وانگئون موت بہ لڪائي ڪونہ لڪي. سو منجهائن هڪ زائفان هٽي ڳالهه جو توبو اُڊيڙي وڌو. ٻي صبح جو پاڙي وارا ميڙو ڪري وڃي سوياري جي در تُنا. سويارو هڪ تہ ڏڪار جو ستايل. مٿان فوتگي ۽ اُن ڪان پوءِ جا لوازمات، ويچاري وٽ ڪفن دفن جيترا پئسا تہ نهيو. پر پٿر تي آيل ماڻهو مڙهي جي وات ۾ لپ چانور وجهڻ جيترو اَن بہ نہ هو. انڪري آئي ڪي ايئن تارڻ جي ڪيائون چڻ تہ ڪجهہ ٿيو ئي نہ هو. پر پاڙي وارن جي اچڻ تي ويچارا منهن گهنجائي نہ سگهيا. سو نڪراتي ڪلر مٿان بہ رليون وڇائي هو ويهي رهيا. پوءِ جيڪو وٽن آيو لپ ان جي، چُنگ چانورن جي، ڪنڊ ۽تي، لوڻ مرچ، ڪير جي لوٽي ۽ ليڙ لتي جي ڪنيو تي آيو. مس وڃي ويچاري جي هانءُ تي چنڊ پئي.

سوياري ۾ سندس ڪٽنب، ڏيڍ مهينو کن ٿيندو جو جمال واري آئينئي ۾ اچي لَڏ لاٿي هُئي. ٿر ديس جا هـِي. لاباري لئي سانگي، ماحول جا ستيل بي گهر ٿري، ٻڌندا هئاسين تہ ڏڪر جي ڏينهن ۾ سنڌ جو رخ ڪندا آهن. پر هن سال گرمين جي لهر معمول ڪان اڳ اچڻ ڪري، انهن ماحولياتي مزدورن مکي ۽ ناري جي ٻندن جي ويجهو اچي پنهنجا پڪا اڏيا هئا.

مان بہ ماڻهن سان گڏجي سندن دڪاڻ تي ويو هوس. ڪٻڙ جي ڪونئن ۾ اڪ جي ٿوٽين سان ڪڙيون ڪيل ننڍڙيون ننڍڙيون جهوپڙيون، جي سندن

جوان ڏيئرن ۽ شادي شده عورتن لاءِ عام رواجي پردو ثابت ٿيڻ جي قابل به نه هيون، سي هنن جو سيڪجهه هيون. سامين ۽ جوڳين جي عارضي پکن جهڙن پيهي نما گهرن ٻاهران لـڏ لڏيندڙ مولهن پنهنجي پيٽ قـوت لاءِ چؤطرف چڪر لڳائي ڪيئي چارا ناهي ڇڏيا هـُئا.

ڪاڪي سوڀاري جو ننڍڙو ڏِکرو ڏاچيءَ جي ڪير مان ڪڙهيل چانهن ڪٽي آيو. جنهن جي سـِپ سـِپ ۾ پٽ لاٽيءَ جو ڪارو ساءُ سمايل هو. پوءِ سوڀارو ڏک جو داستان ڇيڙي ويهي رهيو.

چئي: "اڳئين سال اسان بديٽي پڙاءُ ڪيو هو. اُت لابارو به چڱو لڳو ۽ مزوري به مناسب ملي. پر پاٽيءَ جي ڪال سبب هيل اُتي ڪٽڪ ماڳهين ڪونه ٿي. انڪري سنڌ جو رُخ ڪيوسين. سنڌ اسان جي امڙ آهي. سدائين پناهه ڏني اٿس. تهان سنڌ جا ٻچڙا منهنجا ياءُ آهيو. پنهنجي رت جيئن ٿا خيال رکو."

سوڀارو پنهنجي لڏپلاڻ جو داستان هر هڪ کي ٻڌائيندو پئي ويو ۽ آس پاس جي ماڻهن پاران آندل شين کي هڪ پاسي رکرائيندو پئي ويو. پوءِ اچا به غمگين ٿيندي چوڻ لڳو "ڏڪر سبب امداد ته تر جام ٿي پهچي. سرڪار به گهر گهر لاءِ سال پر جو اَن ۽ گيهه موڪليندي آهي، پر اُهو اسان تائين نه ٿو پهچي. سينيون، سومرا، ارباب ۽ لاٽ ڊوهيو پاندا پريو ڇڏين ۽ پوءِ پيا پنهنجن فلور ملن ۾ آٽو پيهي وڪڻن. سرندي پڄندي وارا ته گهر پريو ڇڏين. اسان جهڙن جا رڳو نالا لکجن ۽ ڪوڙا اڱونا لڳن. اڳئين پيري منهنجو پٽ راشن ورهائيندڙ سان وڙهي پيو هو. چو ته هـُن ڪوڙ ٿي هنيو ته اسان اَن وني ويا آهيون. پوءِ، ياءَ منهنجا، منهنجو پـُٽ ڇهه مهينا جيل ۾ پئي سڙيو. نه پرچو ڪٽيو نه وري ڪو ڪيس جـُڙيو. روز جيل ۾ ڪانئس جانورن جون لـِڏون ميڙائيندا هـُئا. سو هن سال امداد جو انتظار ڪونه ڪيوسين. مون ڏونگرئي کي چيو، "پٽ، هل ته سنڌ هلون. سنڌ ۾ ٻاٽيءَ جون نديون آهن. واهه آهن، ٻيلا آهن ۽ ساوا گاهه آهن ـ هل ته هلي اُتي پڙاءُ ڪيون." پوءِ جڏهن سانوٽي لاٽ ٿيندي ته مولها پلاٽي هلي پـلـُر پئبو، ڪاڙينگ ڪاٽبا ۽

ڪاٺيو رڌبو. بس دُعا ڪيو تہ ڏرتي اُج لهي تہ ماڻهن ۾ سُڪار ٿئي.“

ايتري ۾ هڪ همراهہ پٽاري پهتو. گهڙي ڪن لاءِ ماٺ. قل ۽ دُعا. ڪاڪي سوياري سان گلي مليو. "رب جي رضا“ چيائين ۽ پراڻي اخبار ۾ ويڙهيل ڪا شيءِ هٿ ۾ هيس، جا ڪاڪي سوياري جي پير ۾ رکي ڇڏيائين. هو وري ڳالهائڻ لڳو:

"ڪالهہ مون ويني ڪونجن کي ساريو. ڪونجون جڏهن بہ اسان جي جهڳين مٿان گذرن، تہ بہ لامارا ضرور ڏين. ڪڏهن قرب ڪري لهيو بہ پوَن. اسان جي وانڍ هينيان تلاءُ آهي. تلاءُ جي چوڌاري جاگري ٻيريون آهن. سانوڻيءَ کان اڳ منجهن بهاري آيل هوندي آهي. ڪونجون اسان جي مهماني ڪائين ـ ايئن جيئن اسين توهان وٽ ترسيل آهيون. هو سيءَ جون ستايل، اسان ڏڪار جا ماريل. آخر ڪنهن در تہ ترسون نہ ابا. اُتان اُتي پوءِ رخ ڪن روهہ جو. راجستان جو روهہ ـ ڳاڙهو، آن جهڙو پٽر. مٿس مينهن جي ڪٽي پوي تہ سنڌُ سنڌُ انگوريو وڃيس! بس يار دعا ڪريو تہ ڪا ڪنٻي ڪارو ويس ڪري تہ وڃي وطن جون وليون پسون!“

ڪنهن مهل هڪ کهيءَ وارو مڙس ميدان ۾ لٿو. ايندي ئي ڪاڪي سوياري تي ڏاڪا ٻڌي چڙهي ويو. چئي:"واهہ ڪاڪا، واهہ! پاڙي ۾ پيا آهيون تہ بہ خبر ڪانہ مُڪئي.“

ڪاڪي سوياري چيس،"متارا، خبر توکي ونڻ کپي يا مونکي؟ مان تہ آهيان مهمان خانہ بدوش. تون تہ پنهنجي پٽ پکي وارو آهين. اِهو ڪم توکي سونهي يا مونکي؟“ ـــ ان تي متاري کي ماڻهن چيو"بانورو ٿيو آن ڇا جو قل ڪلمي کان اڳ ٻڌو اٿئي ميارن تي سندرو!“ .... پوءِ متارو چپ چوري منهن مٿان هٿ گهمائي، جڏهن سوياري سان سئون ٿي مليو تہ لُڙڪن جي لڙيءَ کي قابو ڪري نہ سگهيو.

"اسان بہ تنهنجا هئاسين، ڪاڪا، جيڪر خبر مڪين ها تہ ڪنهن دائي درمل جو بندوبست اسان بہ ڪري ونون ها! .... ڪهڙي ڪم جي هاڻ پنهنجي ياري، جو آزمائش جي گهڙيءَ ۾ لاڀي ٿي نہ سگهي.“

# ناد وارو _ 64

"خير آ متارا. مالڪ کي جيئن منظور. اڄ جي بہ واپس ورتا اٿس، تہ سياڻي جوڙي موٽائي بہ ڏيندو."

متاري ۽ سوڀاري جي واقفيت کي مهينو مس ٿيو هو. پر اِها هاڻ ياريءَ جي لڙيءَ ۾ پوئجي وئي هُئي.

"اسان ٿري ماڻهو ڪڏهن لاڙ تہ ڪڏهن سنڌ. ڪڏهن ناري تہ ڪڏهن هند _ اسان جي تہ عمر ئي پنڌ ۾ گذريو وڃي. منهنجي هن پُٽ جا اڄ بہ ڳايا ڇنا هِن. ڪنهن کي خبر تہ منهنجي صابوڙي جو ڪيترو مال مئو هوندو. جو اسان کان پندرهن ڏينهن پوءِ سنڌ پهتو هوندو؟ اها هجرت ئي تہ آهي، جيڪا اسان کان مال بہ کسي ٿي تہ ٻال بہ کسي ٿي. تهان وٽ آ ڀلا خوشحالي. انڪري _ سارو گهر ڇيڙ ڀِتن سان ڀريو پيو ٿئو. اسان جيئن نہ هجي ڪو ڏڪن ٿاڻن ۾، رستي جي ول جيئن هوند ڪو ٻِتو ئي نہ پڇائي! رب ڏاڍو آ، متارا. ڪنهن جي ڪونہ ٿو ٻُڌي جي ڪڏهن سُٺي ٿو، تہ مال ڀِتاري جي، اسان بہ انهن جي محابي ڀيا تڳون!"

ڪاڪو سوڀارو ڳالهين متان ڳالهيون ڪندو پئي ويو. پٽر تي وينل سيني سوڳوارن توڙي عذرخواهن کيس هڪ وڏي جيئن هڪ ڪَنو ٿي پئي ٻڌو.

"ڪو ڏوڙ هوندو هو. وڏڙا جڏهن ڪنهن کي پٽيندا هئا تہ چيندا هُئا: تاجا ناري جائين! ... نارو ڏکيو هوندو هو. جيڪو هت ايندو هو اهو ورلي واپس ورندو هو. مال مري ويندا هين _ ٻار گذاري ويندا هين. ڀِنيان مائٽن کي بہ خبر ڪانہ پوندي هئن. پرگجرات جا شهر، ڀُڄ، لکپت ۽ سُورت ويجها هوندا هُئا. ماڻهو هڪ نہ ٻئي ڏينهن پيو ڀنيان گهر وارن جي خبر چار لهندو هو. سيڏو سامان خريد ڪري گهر ڇڏي، پوءِ پيو ويندو هو. ڪجهہ سال اڳ نارو بہ اسان جو ننگ هو پناهہ گاهہ هُئي. پاڻيءَ جي بوند جو آخري سهارو هو. آن جو آخري سهارو. پر اڄ تہ نارو بہ ٿر جيئن اسان کي کائڻ پيو اچي. نہ اٿس پاڻي، نہ چراگاهہ. نہ ان جو ڪرو ۽ نہ وري ڳاهہ _ مشينون ئي مشينون آهن. مڪڙن جيئن سڀ ڪجهہ ڳڙڪائينديون پيون وڃن.

پـُـرهہ پـُـرهہ تي تيوب ويل، چپي چپي تي ٽريشر. مونکي تہ لڳي ٿو وڏڙن واري پـِـٽ وري سائي ٿي آهي. اسان واقعي ڏاڍا ڏکيا ٿيا آهيون!“

ڪاڪي سوياري جيئن جيئن ٿي ماڻهو ڏنا، تيئن تيئن ٿي زخمي دمڻ جيئن لـُـڇ پـُـڇ ڪيائين. ماڻهن جي ڳالهين سان گڏ ڪاڪي جي ڪهاڻي جاري هـُـئي، جو اسان کي اُتي وَلهہ پيڙو ٿيڻو پيو.

ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ مونکي امان ٻڌايو تہ ”پڙيليون“ آيون هيون ۽ چيڙن جون ڪڇريون ۽ گدرن جا ٻج ڏيئي، اَن جي خيرات پئي گهريائون. ڪتان اَنو تہ ڪتان لپ داڻن جي ٿي ملين تہ ڏاڍيون خوش ٿي ٿيون. ڪن گهرن ۾ تہ هو اوباري سـُـڪايل گوار ۽ سنگريون پڻ تحفي طور ڏيئي ويون هيون. سندن اکيون اُتر پار ڏي هـُـيون. ڪونجن جيئن ڳچيون کڻي پورب ڏي ٿي واجهايائون. ايئن ٿي اُهي ٿري ماڻهو هڪ نہ ٻئي ڏينهن پيا آس پاس جي ڳوٺن ۾ ايندا ويندا هـُـئا. افسوس جي ڳالهہ اِها ٿي جو اَسو ۽ جيٺ جي لوهہ ڳار گرمين تہ ڪي ڪکر ڪونہ آندا، پر سانوڻ ۽ بدي بہ ڪو ڪمال ڪونہ ڏيکاريو. ٿرين جي ڇهرن تي هونءَ جيڪو آسرو سدائين پيو ڪڙئي تاري جيئن ٽم ٽم ڪندو هو سو بہ مند مٺئي مانو ٿي ويو. سندن ڇهرن تي اماس رات جي تاريڪي جهڙي نا اميدي ڇانئجي ويئي. ٿر ۾ ڏڪار جي خبرن ڍنڍ ۾ لڳل نڙن جي باهہ جيئن ٿي نڪاءُ ڏنا. سڀ سُسي ويا هـُـئا، باز ڍيچاريل ٽترن جيئن. جڻ تہ ڏُڪار بہ سندن تاڙ ۾ بيٺل هوا!

سـَـر ڦاٽيي اچا ٽورائي ڏينهن ٿيا هـُـئا، جو هڪ ڏينهن ڪنهن ڪم سانگي شهر وڃڻ ٿيو. هوٽل ۾ چانهہ پيئڻ جي خيال سان لڙي ويس. ٿورڙي دير کانپوءِ ڪنهن پـُـنيان ڪلهي تي هٿ رکي صدا ڏني، "بابو بہ چار روپيا. بکايل آهيون، ٿر مان آيا آهيون، بيروزگار آهيون!“

ٿر جو نالو منهنجي ڪنن تي پيو تہ مون ڇرڪ ڀريو. پوئتي مڙي ڏٺم تہ ڪاڪو سويارو هو. هٿ ۾ لٺ هيس ۽ بـُـت تي ڦاٽل ۽ ميرا ڪپڙا.

هن جي اندر جي پيڙا وراڪو ڏيئي هـُـن جي ڪٽل پتڪي جي ورن جيئن سندس منهن تي وري آئي هـُـئي. هـُـن جي نظر مون تي پيئي تہ هو

چِتن جي تتي ڪاڙهي جيئن تڪ ٻڏي بيهي رهيو. مون هري هري ڪري ڪيسي ۾ هٿ وجهي پنجن جو نوٽ ڳولڻ جي ڪوشش ڪئي، پر جڏهن اُهو نہ مليو تہ ڏهين جو نوٽ ڪڍي ڏانهس وڌائڻ جي ڪوشش ڪيم. پر هي ڇا؟ منهنجا هٿ تہ هوا ۾ ئي ٽنگجي ويا. مان پڙڪو ڪائي ڪرسيءَ تان اٿيس. هوٽل کان ٻاهر نڪري هيڏانهن هوڏانهن ڏٺم، پر ڪاڪو هڪ خوبصورت وهم جئان مونکي گوهي ڏيئي ڪيڏانهن گم ٿي ويو. مان اُهي ساڳيا ڏهہ روپيہ دخل تي ڏيئي هلڪا هلڪا قدم کڻندو، ان عجيب اتفاق تي سوچيندو بس اسٽان ڏانهن روانو ٿي ويس.

# ڏراڙ_ڪٽوري

اُن چانڊوڪي رات جو ڪٽوريءَ کي الائي ڇا ٿيو جو ننڊ ٽوڙي رڙيون ڪري وٺي ڀڳي.

چنڊ جي اها تيرهينءَ جي رات هئي، ۽ تي سؤ پنجهٺ ڏينهن کان پوءِ اچڻ ڪري اها چوڏهين جهڙي روشن هئي. ڪٽوريءَ کي خبر نہ هئي تہ مهيني جو اهو پهريون چنڊ هو جيڪو چوڏهين جهڙو ٿي پيو هو. مهيني ۾ اها پهرين رات هئي جا چوڏهين جهڙي ٿي پئي هئي- تيرهين ۽ چوڏهين ۾ ڪو فرق نہ رهيو هو. ڪيس اها بہ خبر نہ هئي تہ هن رات سمنڊ ڇڙواڳ ٿي پوندا آهن ۽ ڏرتيءَ چنڊ کي هڪ رات لاءِ روڪي وٺندي آهي. اهڙي رات کي "نيري چنڊ جي رات" چوندا آهن، ۽ اهڙين راتين ۾ ماڻهن جا هانءَ هندورا ٿي پوندا آهن.

اُن رات بہ ڪٽوريءَ جا ساهہ هندوري جي ڇولين جيئن پئي ڇلبيا. ايئن منهن ڪري چاچس جڏهن ڀڄندي ڏنس تہ پنيان رڙ ڪري چيائينس، "اڙي، چوريءِ مار پوئي ڪيڏانهن ٿي وڃين؟" -پر لفظ هن جي ڪنن تائين نہ پهتا.

رات جا اڌ ڏهہ ٿيا هئا، ۽ چاچس حاجي يعقوب بي بي سي جون خبرون پئي ٻڌيون. ريڊيو ڪٽ ٿي ڇڏي هن جي ڏونڪي پنيان ڏوڙي ٻڪرين جي واڙِ وٽان ڪنيي ڪٽي آيس. هوءَ سڄو ڇولين جيئن ڇلي پئي. رئڻ سان گڏو گڏ ڪنبي بہ پئي. چاچس کي خبر نہ هئي تہ ڪيس ڇا ٿيو آهي، ڇو جو هُن جي ڪنهن سوال جو جواب بہ نہ ٿي ڏنائين. حاجي يعقوب کي اچي وسوسي و.ايو تہ ڇوري هاڻ هٿن مان ٿي وڃي، سو ڪيس گهر جي سامهون چلهہ وٽ وڇايل تڏيءَ تي سومهاري، زالهنس کي ننڊ مان اٿاري اوڏانهن وٺي

آيو. ٻنهي پاڻيءَ جو وتو ويري اڳيان جهليس، پر ڇوڪري پاڻيءَ ڏانهن اُلر ئي نہ ڪري. رڳو سڏڪن ۾ هجي. ڪنهن اڻڄاڻ خوف ۾ ونجي سڄي ڇڪجي وئي هجي. هٿن پيرن جون آڱريون ڀڪوڙجي ويون هجنس. سڄي سيٺجي وئي هجي. جي هٿ ڪڍنس تہ پئي مٽي وڃي.

"آخر ٿيو ڇا تئي؟ اسان کي بہ تہ ٻڌاءِ نہ؟" چاچيس پريشان ٿيندي ٿورو ڏونڌاڙيندي پڇيس.

هوءَ رڳو سيٺبي پئي وئي. پوءِ اچانڪ محسوس ڪيائون تہ هن جو مٿو گرم آهي. هٿن جي مُرن ۽ لونڏڙيءَ وٽ پگهر اٿس_ لوٽيانو پگهر!

"ڇا ٿيو آ، منهنجي امڙ کي؟ مونکي بہ نہ ٻڌائينديئن ڇا؟" چاچيس هاڻ پيار منجهان پڇيس.

هن پيري ڏڪندڙ چپن تي لفظ چڙهي آيس.

"مَرَمَ مونکي ناهي وڃڻو. مونکي امان ڏي ناهي وڃڻو. هو ڏاڙهي وارو آهي نہ...اهو مونکي سڏي ٿو...مان اوڏانهن نہ ويندس....نہ ويندس، چاچي، مان اوڏانهن نہ ويندس..."

هوءَ چاچيس کي چنبڙي وئي.

"تون نہ وڃجانءِ، گُڏڻ! توکي ڪنهن چيو آ؟ ڪير ٿو موڪلي توکي؟هان_اسان بہ ڏسون نہ. ڪير آهي اُهو؟" چاچيس دلاسو ڏيندي دل ٻڌائيندي پڇيس.

"هو ڏاڙهي وارو؟" چاچيس جي هنج منجهان مٿو مٿي ڪڍي هوءَ پنهنجي ڪٽ ڏانهن ڏسڻ لڳي.هن جي سمهڻ واري هنڌ مٿان مهارو اڏيل هو.

"ڪٿي آ ڏاڙهي وارو؟" چاچيس پڇيس.

"منهنجي ڪٽ جي پاڳي وٽ. ووو_هُتي!"

چاچيس چانڊوڪي رات ۾ ڪٽ ڏانهن ڏٺو. جتي ڪير بہ ڪونہ هو.

"ڪو بہ ڏاڙهي وارو اسان جي گُڏڻ کي هتان ونئي نہ ويندو!" چاچيس ٿورو زور ڏيئي پنهنجي سيني سان لڳائي پيار ڪيس. هن جا سڏڪا آهستي آهستي ختم ٿيڻ لڳا. ۽ ٻت جي سيٽ بہ ڍري ٿيڻ لڳس. پر لڳن ۾ اڃا بہ

گرمائش باقي هئس. چاچيس مٿي تي چپ رکيس ته اهي سڙڻ لڳا.

”ڪجهه به ناهي، گُڏڻ.“چاچيس هڪ پيرو وري همٿ ٻڌائيندي چيس،”ڇرڪ منجهان بخار ٿيو آ. هڪڙي ئي ٽڪيءَ تي ويندو زئون زئون ڪندو!“

هن ڪٽي پنهنجي جاءِ تي سمهاريس.

”اِتي دلجاءِ ڪري سمهي پئه! مان اجهو ٿي تنهنجي لاءِ ٽڪي ڪٽي اچان!“

هوءَ چاچيس جي جاءِ تي پاسيري ٿي سمهي پئي.

حاجي يعقوب جي زال سگهڙ ۽ رحمدل عورت هئي. هن کي فقط هڪڙو ئي پٽ هو جو ٻڪريون چاريندو هو. ست سال اڳ جڏهن ڪٺوري اچا ڇهن سالن جي مس ٿي هئي ته ماٽس پنهنجي ٻي شادي ويلي پاڻ سان گڏ وٺي وڃڻ لاءِ ڏاڍيون منٿون ڪيون هيس، پر هوءَ ساٽس گڏ نه وئي هئي. هن چاچيس جي گهر ۾ پناهه وٺي پنهنجن پيرن جا نشان بچائي ورتا هئا.

ماٽس ته هن سان ڇهه سال به نياءُ نه ڪري سگهي. هن ڪٺوريءَ جي پيءُ جي حادثاتي موت ڪانپوءِ هڪ گهاٽي ڏاڙهيءَ واري شخص کي پنهنجي تخت تي ويهاري ڇڏيو هو. اهو گهاٽي ڏاڙهيءَ وارو، اڌ صديءَ جو بار ڪلهن تي کڻي هلندڙ بادشاهه. ڪٺوريءَ کي عيد عيد تي ڏسڻ ايندو هو. جڏهن به هو هُن لاءِ ڪپڙا وغيره کڻي ايندو هو ته هوءَ ڳوٺ ويجهو جيڪو به فصل ڏسندي هئي ان ۾ لڪي ويندي هئي. الاءِ ڇو هُن کي هن جي ڏاڙهيءَ ۾ ڪک نظر ايندو هو.

جيڏي مهل اڌ صديءَ جو بار کڻي هلندڙ گهاٽي ڏاڙهيءَ وارو اهو شخص هليو ويندو هو ته هوءَ ٻاهر اچي چاچيس کي چوندي هئي – هڪ ڏينهن ايندو مان مري ويندس. چاچي، مان ضرور هڪ ڏينهن مري ويندس! وري فورن کِلي چوندي هئي ته – چاچي، جي تو مونکي هڪ پل لاءِ به پري ڪيو ته مان هڪ ڏينهن به جيئرو نه رهندس.

چاچيس ٻانهن ۾ پري ويجهو ڪري منيون ڏيڻ لڳندي هيس.

_ مان توکي ڇو پري ڪنديس! ايئن چوندي هن جي اکين مان رس نپوڙجي پوندو هو.

_ تون ڇو مرنديئن. ڳڏڻ مرندا توکي ڏک ڏيڻ وارا! هوءَ سندس همٿ ٻڌائڻ لڳندي هئي.

پوءِ جڏهن هوءَ سرهائي محسوس ڪندي هئي ته سِرينهن جا گل چونڊي پنهنجن وارن ۾ وجهي ڇڏيندي هئي. اندلٺ جا رنگ سڄي ڳوٺ کي وڪوڙي ويندا هيا. نہ نظر ايندڙ ڪکريون هن جي ٿڪن سان گڏ پيون اڏامنديون هيون!

۽ ڪجهہ ئي ڏينهن تہ ٿيا هئا جو هن کي پنهنجي ٻڪرار سؤٽ جي پيرن مان ڏراڙ_ڪتوريءَ جي خوشبوءِ اچڻ لڳي هئي. اها خبر جڏهن چاچيس کي پيئي هئي تہ هن پڇيو هوس_ سياڻ جي تون چوين تہ توکي ٻڪرين مان بہ خوشبوءِ اچي ٿي تہ پوءِ؟

ها نہ چاچي. انهن مان بہ اچي ٿي! چاچيس اهو ٻڌي ڏاڍو حيران ٿي هئي، ۽ کلي کلي کيري ٿي پئي هئي.

پر جڏهن پٽس کان وچي پڇيو هئائين تہ عجب ۾ پئجي وئي هئي.

سچ تہ چئي ٿي، امان. مان پٽ تي جو ٻڪريون ڪاهي ويندو آهيان. اٿ قسمين قسمين اوپڙ اُپڙي پئي آ. انهن ۾ ڏراڙ_ڪتوري بہ آهي. هلندي هلندي ڪٿان نہ ڪٿان لڳيو وڃي. سچ ئي تہ چئي ٿي، امان!

حاجي يعقوب جي زال ان ڏينهن پنهنجون آڱريون ڪائي ڇڏيون هيون. نيٺ سوچي سوچي پنهنجي پاڻ کي تسلي ڏني هئائين تہ_ بلي، اڄ جي ڇوڪرين کي تہ نراڙ تي اکيون آهن!

ڪتوريءَ جي ڳالهين هن کي هڪ نئين ڳڙکي اڳيان اچي بيهاريو ڇڏيو هو. اهو هوائن جي تازن خشبودار جهوٽن جو لنگهہ هو.

”هاڻ تون وڏي ٿي وئي آهين!“ چاچيس ڏانهس موٽ ڪائي ياڪر ۾ ڀڪوڙي ڇڏيو هوس.

*اهي ئي ته ڏينهن جون ڳالهيون هيون.*

## ناد وارو _ 71

”آخر ايڏي خوش خلاق ڇوڪريءَ کي اِهو اوچتو ٿيو ڇا؟“ حاجي يعقوب جي زال ڪٿوريءَ کي پنهنجي جاءِ تي سومهاريندي سوچن ۾ پئجي ويئي. ڪٿي عيد تہ ويجهي نہ پئي اچي؟ هو ڏاڙهيءَ وارو پوڙهو ڪيس ڏسڻ تہ نہ پيو اچي؟

نہ نہ، عيد کي تہ اڃا چار پنج مهينا پيا آهن... پوءِ ضرور ڪو خواب ڏٺو هوندائين... ائين ئي هوندو!

هوءَ شينهن چاپ ٿڪي ڳولي ڪيس پيارڻ لاءِ ڪٺي آئي. پر ڪٿوريءَ کي ننڊ وٺي چڪي هئي. مٿي تي هٿ لائي ڏٺائينس تہ ڪجهہ ٿڌڪار محسوس ٿيس. انڪري ٿِڪي پنهنجي پوتيءَ ۾ ٻڌي، ڏُنڊڙي تي پير ۾ سمهي پيس.

صبح جو سويرو اٿي هن سڀ ڪان پهريان ڪٿوريءَ ڏانهن ڏٺو تہ جيئن ننڊ جي اٿل پٿل سبب هن جي هيٺ مٿي ٿيل ڪپڙن کي سڌو ڪري سندس جسم ڍڪي سگهي. اهو سندس دستور هوندو هو. ڪٿوري اڃا بہ گهري ننڊ ۾ هئي. هن جي اٿليل پٿليل ۽ بي ترتيب ٿيل ڪپڙن ڏي ڏسي هوءَ گهڻو ڪجهہ سمجهي ويئي هئي. تارن، ڪتين، چنڊن ۽ فصلن جي ليکي چوڪي مطابق ڪٿوري ثابت چنڊ جي ان ئي رات اچي پورن تيرهن سالن جي ٿي هئي. انڪري چاچيس چولو سؤلو ڪري سٽڻ جي گهنجيل ۽ رت سان آلي ٿيل ورن مٿان ڏيئي ڇڏيس!

# سرابن جي قلواڙي

سيپٽمبر جا پڇاڙڪا ڏينهن هئا. ڌرتي گهينگهي ٿورَ سج کان پنهنجو پاند ڇڏائيندي، آهستي آهستي پنهنجي اتر_اڀ ڏانهن سرڪندي پئي وئي. سياري جي سرد هوا جو هلڪڙو ساءُ ڌرتيءَ جي خوشبوءِ سان گڏجي ساهن ۾ وڃڙڻ لڳو هو.مهيني ڏيڍ کان وقفي وقفي سان مينهن پوڻ ڪري سورج پٽ طرحين طرحين جا ويس ڪيا هئا.

جڏهن بہ سورج پٽ ۾ وسڪارن ڪانپوءِ بهاري ايندي آهي تہ مان پنهنجو اسڪوٽر ڪيڏي ڪئميرا ڪلهي ۾ وجهي اڪيلو ئي اڪيلو پٽن جي وروڪڙن منجهان نانگ جي پهي جيان بل کائي جوئر، باجهري ۽ گوار جي فصلن ۽ ڪونيٽن جي ڇتيدار وڻن ۾ گم ٿي ويندڙ روڊ رستا وٺي ان بهاريءَ جو نظارو ڪرڻ لاءِ نڪري پوندو آهيان. اهو منهنجو هر سال جو معمول آهي. اها منهنجي آڪسيجن آهي. اها منهنجي اندر جي غذا آهي.

هيل بہ سيپٽمبر جي پڇاڙيءَ ۾ هڪ ڏينهن صبح جو ساوڪ مان ڪاري نانگ جيئن ور وڪڙ کائيندڙ چمڪندڙ ڏامريلو روڊ ڏٺي نڪري پيس. روڊ جي پنهي پاسن کان ٿر ملڪ جا مخصوص ڇئونرا، وڻ، وليون، بوڙا، پکي، سورج پٽ جي منظرنامي ۾ سانوٽيءَ جا سمورا مانداڻ کٽي هر ڏسڻ واري جي اکين اڳيان نروار ٿي چڪا هئا. ستن اٺن ميلن جي مفاصلي کانپوءِ هيءَ ڏامر پٽي آهستي آهستي پراسرار ٿيندي پئي وئي. ڪونيٽن جا وڻ اوني ڪير جي جهڳ جهڙن توتن سان ان سڄي منظرنامي ۾ جهومندا نچندا شامل ٿيندا پئي ويا.

منهنجي ساڄي پاسي کان اک جي ڇنڀ تي اچانڪ هڪ دري کلي

جا مونکي گهلي پنهنجي اندر وني وئي. عجيب منظر هو. اک جي بلور تي نهندڙ تصوير ۾ کابي پاسي کان اک ۽ ان مان پچي پٽي ويل انبڙين جا نشان، ساڄي پاسي کان ساوا ڇهچ کپڙ. وچ واري وٿيءَ ۾ پٽ جا گاهہ. ننڍا وڏا، طرحين طرحين جا.پر انهن جي بہ وچ ۾ ڪجهہ مفاصلي تي هو پوڙهو ڪير هو؟ هن جو منهن مون طرف هو پر پوز ۾ هو ايئن بينو هو جڻ تہ هو ڏکڻ طرف ويندو هجي ۽ آئون اتر طرف. هن پنهنجي کابي هٿ سان ڪلهي تي رکيل ان ٽوال کي جهلي رکيو هو جنهن جي پاند ۾ ڪا شيءَ ٻڌل هئي. ماني يا ڪو وکر؟ خبر ناهي تہ ڇا هو؟ هن جو ساڄو هٿ آسي_ نما لڪڻ تي رکيل هو جنهن کي هو گاهہ ۾ کوڙيو ٽيڪ ڏيو بينو هو. ڳوڏن کان هيٺ هن جون سڪل ٽنگون ظاهر هيون. ڦِڪين، ميرڙين ۽ ٿلهين مچن واري منهن مهانڊي واري مٽي تي اڇي ٽري پٽڪي ٻڌل هيس. پريان منظرنامي ۾ هن جون رڍون هيون. ٻہ ڪاموريون ٻڪريون ٿورڙو وٿيرڪو ڪنهن ڪونيٺ تي نرا ڏيئي ان جا پن ۽ ڪچڙو ٻور روڙڻ ۾ مشغول هيون.اهو منظر ايڏو تہ دلچسپ هو جو مان اسڪوٽر بيهاري ان ۾ گهڙي پيس. خبر ناهي ان منظر ۾ ڪهڙي ڪشش هئي جو مان ان پوڙهي پيرمرد کي مٽي رڍن ۾ گم ٿي ويس. رڍن جي وچ تي هڪ تازي وسڪاري وارو پٽ هو ۽ پٽ جي چوڌاري ننڍڙيون ننڍڙيون پٽون هيون ۽ انهن پٽن جي وچ تي هڪ تلاءُ هو ۽ تلاءُ جي ڪنڌيءَ تي هڪ مندر هو. مندر مٿان ڳجهہ وينل هئي. ڳجهہ جون نظرون اداس هيون. چو تہ هر طرف ساوڪ ئي ساوڪ هئي. شايد ڳجهہ جي نظر رڍن تي هئي، ۽ رڍون ڏاڍيون خوش هيون. پٽ جي پوڇاڻدن وٽ مونکي ٻہ جهوپڙيون نظر آيون جن جي ڇتين تي رلهيون پئي سڪيون. جهوپڙين ٻاهريان کپ جو گهيريدار لوڙهو آيل هو جنهن ٻاهريان ساوڪ جي پَل تي ننڍڙا گهيٽڙا ۽ ڇيلڙا پئي چريا. منهنجي ڪڙ تي ڦرن ۾ ڦڙڦوٽ پئجي ويو. هڪ هڪ تي گهتون هٽندا ۽ ٽپا ڏيندا گهٽيءَ اندر گم ٿيندا ويا. هڪ ننڍڙي ٻارڙي جا ٻنهہ خوبصورت ۽ معصوم هئي، مرڪنديءَ کپ، سڻ، ٻوهہ ۽ ڪونيٽ جي تارين واري لوڙهي واري گهٽيءَ مان منهن ڪڍي جهوپن اندر

الوپ ٿي وئي. پر هن جي مُرڪ منهنجي اندر ۾ پوپٽ جيئن ساهہ کڻڻ لڳي!

منهنجي ڳچيءَ ۾ ڪئميرا لٽڪيل هئي. مونکي گهٽيءَ وٽ ڏسي هڪ پيرسن عورت مون تائين هلي آئي. گولاڙي جون وليون ساهن جا پيلانگ پيري لوڙهي مٿان وري ويون هيون. گولاڙي جي پاچاتن گلن کي چاندني اجا بہ کير سان پئي ونهجاريو. پريان ڪنهن گل تان ڪو پوپٽ اڏامي اچي منهنجين پنبڙين ۾ ڦاٿو. ڪتڪائي ٿي تہ پوڙهي چيو"اندر اچ، ابا." — مان تڙپي پيس. پوپٽ جي پرن جو ساءُ اکين اندر لهي ويو. هلڪڙو ڪسارو! مان پوڙهي پٺيان جهوپڙ جي آڳر تائين ڇڪبو ويس.

"ڪالهہ بہ ڪي ماڙهو آيا ها. پاڻ ڪنهن ڪان ڪين لڪايون. بس، ان جي مرضي آ. پانهجي وس ۾ ڇائي؟" ڪراڙيءَ جي لهجي ۾ رب جي رضا تي راضي رهڻ واري ڪڙواهٽ هئي. هن کي روائتي ٽري گج پاٽل هوءِ پڙي جي آخري گهيري وٽ ڳاڙهي پٽي هيس، جنهن ٻاهريان پوپٽ پئي ڦريا. هوءَ مونکي پنهنجي جهوپي اندر وٺي وئي. پر ان ڪان اڳ مون ان مٿان سُڪندڙ خوبصورت رلهيءَ جو فوٽو ڇڪيو ۽ منهنجون نظرون ان معصوم ٻارڙيءَ جي تلاش ۾ هيڏانهن هوڏانهن ڀٽڪڻ لڳيون، جا ڪراڙيءَ جي اچڻ ڪان اڳ گهٽيءَ وٽ منهن ڪيڏي ڪيڏانهن گم ٿي وئي هئي.

ٻارڙي تہ مونکي ڪٿي نظر نہ آئي، پر رلهي ۽ سڪندڙ ڪپڙن مٿان پوپٽ ضرور نچيا پئي. پوپٽن انهن ڪپڙن مٿان ڇا ڏٺو هو؟ رنگين رلهين، رنگ برنگي گجن ۽ گهيريدار پڙن ۾ ڪنهنجي خوشبوءِ سمايل هئي، جو هيڏي ساري ساوڪ ڇڏي پوپٽ اچي انهن مٿان مڙيا هئا؟

ان سوال کي مون پنهنجي ذهن مان ڪيڏي دل اندر محفوظ ڪري ڇڏيو.

" هوءَ ننڍڙي ٻارڙي، امان...؟" مان لوٽا هڻندي پڇڻ پڇڻ ڪندي جهوپي جي در وٽ بيهي رهيس.

ڪراڙي چيو"اندر هلي آ."

جهوپي اندر داخل ٿيس تہ اندر هڪ ٻي دنيا هئي.

"هتي، هيڏانهن ٿي ويهہ!" ڪراڙي چيو. هڪ کٽ. جا خالي پيل

هئي، مان ان تي ئي ويهي رهيس.

”پاڻي پيئندس،“ مون چيو.

”پاڻي؟“ ڪراڙي الائي ڇو حيرت وچان پڇڪيو. پوءِ پاسي ۾ رکيل هڪ پتل جي گهگهيءَ ڏي ڏسندي چيائين،”پاڻيءَ ته، ٻچا، اُن جو آهي. پاڻي ڪوڙ. ڪوهه پريا پيا آهن. پريا پيا آهن... پر اُتن ته الائي ڇا... نه اڄ ٿا لاهين نه رت ٿا ناهين! پوءِ به پاڻي ڪوڙ.. اجهو ٿي ڏيان.“

هن گهگهيءَ ۾ هٿ وڌا، پر اها خالي هئي.هوءَ پاڻي ڪڍڻ لاءِ ٻاهر هلي وئي. منهنجي سامهون کٽ تي ڪپڙو ويڙهيو ڪو ستو پيو هو. ڪراڙي ۽ منهنجي ڳالهائڻ جي باوجود هن ۾ ڪا چر پر نه آئي.

ڪراڙي مونکي پاڻي آڻي ڏنو.

”مان توهان کي امان سڏي سگهان ٿو؟“

مونکان الائي ڇو وسري ويو ته مان هن کي اڳ ۾ ئي امان سڏي چڪو هوس.

”ها، بابلا. تون منهنجو پٽ آهين.“ ڪراڙي منهنجي مٿي تي هٿ گهمائيندي شفقت منجهان چيو.

مان هڪ ئي ساهيءَ ۾ پاڻي پي ويس. ٻاهريان رڍن جي ڦرن جي ”ٻي ٻي“ ٿيڻ لڳي. ايئن پئي لڳو جڻ ته رڍون واڙ ۾ پهچي ويون هجن.

”ماڻهوءَ کي ڏسي رڍن جا ڦرڙا اهڙا آواز ڪندا آهن. پتا ان ۾ پريشانيءَ جي ڪا ڳالهه ناهي.“ ڪراڙي مونکي بيچين ڏسي جڻ ته وضاحت ڪئي.

پر مون ڪڏهن به ايئن نه ٻڌو هو. مون ٻڌو هو ته جڏهن رڍون واڙ خالي ڪنديون آهن ته ڦرڙا ٻيڪاٽ ڪندا آهن ۽ جڏهن واپس اينديون آهن ته کير جي آسري ۾ پنهنجن مائرن جي آواز کي ورنائيندا آهن.

”هوءَ ننڍڙي ڇوڪري؟“ مون ڪراڙيءَ کان ور ور ڪري ان ڇوڪريءَ جو ٿي پڇيو جا سويرو مون گهٽيءَ وٽ ڏٺي هئي.

ڪراڙي کٽ تي ستل ان نستي جسم تان چادر لاهي ڇڏي، هن جو منهن مون ڏانهن ڪرائيندي چيائين،”هيءَ آهي منهنجي ننڍڙي شهزادي!“

مون ان بيجان وجود جو منهن ڏٺو تہ مونکان رڙ نڪري وئي.

”ڇا ٿيو آ، هن کي؟“

”بس، ابا، قدرت جو ڪو ڦير آهي الاءِ ڇا جو اسان کي تہ خبر ئي ڪانہ ٿي پوي. ڪي چون ٿا تہ پاڇو پيو اٿس. ڪي چون ٿا تہ هڏن جو پاڻي ختم ٿي ويو اٿس. پاڙهيتن کان ويندي دوا درمل تائين ڪو حيلو نٿو هلي!“ڪراڙي روئڻهارڪو منهن مون ڏانهن ڪندي چيو” مون تہ، پٽ، هن جي شاديءَ جا جوڙا بہ ناهي ڇڏيا هئا، پر .....“ هُن، هُن جي ٽنگن، ٻانهن ۽ هٿن پيرن ڏانهن اشارو ڪندي ڏڪندڙ آواز ۾ چيو” پر اهي سڀ عضبا، ابا، ماشوم آڌو ٿي بيٺا.“

مون شهزاديءَ جي منهن ڏانهن هڪ ڀيرو ٻيهر ڏٺو. هن جي اکين جي روشني اجهامي چڪي هئي. هن جو ڪنڌ سُن ٿيل هو. هن جي ڳاٽ هڏي ۾ سينو سڪل وڻ جيئن هن جي فطري تاريخ جي رڳو نشاني بنيل هو. عبرتڪدن ۾ گل نہ ٿيندا آهن. ڪمزور کي بي يارومددگار ڇڏڻ جيڏو ڏوهہ ٻيو ڪو ٿي سگهي ٿو؟ مونکي سرہاڻن ۾ ڪنهن چيو. مون لوٽو هٽي ڏٺو تہ ڪير بہ ڪونہ هو. شايد خيالن جو پڻ ـ ڇڻ هو اهو. مون ان طرف خيال نہ ڏنو. منهنجي نظر ٻيهر هن جي هڏائين پڃري سان وچڙي. هن جي جسم جي ڪنهن بہ ڪنڊ تي ڪا مکڙي موجود نہ هئي. مندر مٿان ويڻل ڳجهہ جيترو بہ هن ۾ گوشت نہ رهيو هو.

منهنجي نظر هن جي ڪرنگهي نما جسم تان هٽي تہ مان اداس ٿي ويس. جهوپڙي اندر لٽڪندڙ سڪل تورين جا ٻج مونکي ڪڙڪندي ٻڌڻ ۾ اچڻ لڳا. شهزادي ٻج ڏيڻ کان اڳ ئي سڪي چڪي هئي. ڪراڙيءَ لاءِ اها وڏي اذيت جي ڳالهہ هئي.

”هوءَ ننڍڙي ڇوڪري...؟ مون ور ور ڪري ڪراڙيءَ کان ان ڇوڪريءَ جو پڇڻ ٿي چاهيو جا مون ڪجهہ دير اڳ گهٽيءَ وٽ ڏٺي هئي.

”مونسان تہ وڏي ڪربلا ٿيل آهي، پٽ!“ ڪراڙي اکين ۾ آب آڻيندي چيو”پر ڏٺي طرفان آهي، ڇا ڪريان؟“

هن جي اکين مان پاڻي نار ڪري وهڻ لڳو.

”الله چڱي ڪندو امان! مالڪ مهرباني ڪندو.“ مون ڪيس آٿت ڏيندي جهوپڙيءَ کان ٻاهر ڏسندي چيو.

”منهنجو وڏو پٽ ويهن سالن کان هڪ جاءِ تي پيو آهي. ڪير ڪونهي جو اسان کي ٻڌائي، اسان کي ڇا ٿيو آهي؟“ ڪراڙي مونکي ٻانهن کان جهلي هڪ ٻئي جهوپي ۾ وٺي وئي جتي هڪ مرد هيٺ واريءَ تي ڪرونڊڙو ٿيو ستو پيو هو. هن ڪا ٻه ظاهري چرپر نٿي ڏيکاري. ايئن تي لڳو جڻ هن جو ذرّ سسيءَ کان ڏار هجي. جهوپي ۾ عجيب اداسي هئي. مون هن کي هٿ ڏيڻ جي ڪوشش ڪئي پر هن جا هٿ نٿي چريا. هن جا هڏا، ڪرنگهوءِ هٿ پير مڙيل هئا. ڳچيءَ ۾ سير سڳن جو پيل هوس.

”هيءُ جڏهن ويهن سيارن جو ٿيو ته مرض ڪيرائي وڌس. تڏهن کان وري اٿيو ئي ناهي. عيلاج ته گهڻو ئي ڪرايوسين، ابا، پر وريو ڪي ڪين. ڪراچي حيدرآباد تائين ڪنيوسين، پر ڏاڪدارن کي به ڪا سمجهه ڪونه لڳي!“

همراهه جي شڪل ڏسي منهنجي اکين اڳيان اهو پوڙهو پُراسرار ريڊار ڦرڻ لڳو جو رستي تي ڪونيٽن ۽ ساوڪ جي منظر ۾ اوچتو نظر تي چڙهي هڪ پاسي تي رهجي ويو هو. ڪيڏو خاموش هو اهو ڪُراڙو. چرندڙ پرندڙ تصوير ۾ هلندڙ ڪنهن شخص جيئن. ڪراڙيءَ جي هِن پُٽ ۽ پوڙهي ۾ فرق رڳو ايترو هو جو پوڙهي جون مڇون وڏيون ۽ ڏاڙهي لٽل هئي. پر هن همراهه جون ڏاڙهي مڇون هڪ ٿي ويون هيون.

”ابا. هُن تئن جهوپي ڏانهن به هلندين نه؟“ ڪُراڙيءَ جي اهڙي سوال تي مان پريشان ٿي ويس. مونکي خوف ٿيڻ لڳو.مون ۾ هاڻ تيون هڏائون پيچرو ڏسڻ جي همٿ نه رهي هئي.

مون چيو ”نه امان. مان ته بس ايئن ئي آيو هوس.“

”ايئن ئي؟“ ڪراڙي حيرت وچان مون ڏانهن ڏٺو. ”تون هنن جڏڙن کي ڏسڻ نه آيو هئين؟“

"نہ اماں،"مون چيو"مان تہ بس، ايئن ئي پلجي پيو هوس."

"پلجي پيو هئين؟"پوڙهي جي اکين ۾ رت تري آيو." تہ تون اهو ناهين جو هفتو اڳ اسان وٽ آيو هو ۽ منهنجن ٻچن جا فوٽا ڪڍي ويو هو؟"

مون ڪنڌ ڌوڻي انڪار ڪيو.

"تون اهو ناهين جو وڏي گاڏيءَ ۾ چڙهي آيو هو ۽ چيو هئائين تہ هو هنن کي ڪٺي ويندو ۽ هنن جو عيلاج ڪرائيندو؟"

"نہ، اماں، مان اهو ناهيان."

"تہ پوءِ تون هت ڇو آيو آهين؟"ڪراڙي ٻنهي هٿن سان مونکي ڌڪو ڏيندي چيو"تون جي اهو ناهين تہ پوءِ تو اسان ڏي منهن ڇو ڪيو؟ تو مونکي ڀهريان ڇو ڪونہ ٻڌايو تہ تون اهو ناهين جنهن چيو هو تہ هو هن ٽڙ جي جڙ کي منو ڪري ڇڏيندو ۽ ان مان زهر ڪڍي ماکي پيري ڇڏيندو!"

"نہ، اماں، مان اهو ناهيان."

ڪراڙيءَ جي ڪروڌ ۽ ڌڪن ڪري مان ٻہ ٽي پيرا ڪريس، پر پاڻ سنڀالي وري اٿي ٽي بيٺس. جهوپي مان ٻاهر نڪري اچي مون پنهنجي پاڻ کي ڇنڊيو. ڪئميرا ٻہ واريءَ ۾ ڪري ڌوڙٽي ويئي.

پوءِ ڪنهن مهل ڪراڙيءَ جي سڏڪن جي آواز مونکي ڇرڪائي وڌو. مان ٻہ ڇڪجي هڪ پيرو وري ڏانهس هليو ويس. تيستائين هوءَ ٻہ جهوپي مان ٻاهر نڪري آڳر سامهون پوکيل نِم هيٺيان اچي ويٺي هئي. مون هن جي سينڌ جي اڇن وارن تي هٿ رکيو. چيم،"اماں، مونکي معاف ڪر! مان تنهنجن ڦٽن تي لوڻ ٻرڪڻ نہ آيو هوس. پر مونکي تہ تنهنجي ان ويڙهي اندر ان ٻارڙيءَ جي معصوم ۽ پراسرار مرڪ وٺي آئي، جنهن گهٽيءَ وٽ بيهي مونکي پاڻ ڏانهن سڏيو هو ۽ پوءِ تيزيءَ سان اندر گم ٿي ويئي هئي!"

"ٻارڙي؟ ڪهڙي ٻارڙي؟" ڪراڙيءَ جا پيرون تاڻجي ويا. "اهڙيون تہ ڪيئي ٻارڙيون اسان جي هن ويڙهي اندر گهمن ڦرن پيون. تون ڪهڙي ٻارڙيءَ جي ڳالهہ ٿو ڪرين؟ هنن جا روح اندر ٻاهر ڊڪن ڊوڙن پيا. هيڏانهن هوڏانهن، جتي ڪٿي!"

”جتي ڪٿي؟ چري ٿي آهي ڇا هيءَ پوڙهي!“مون دل ئي دل ۾ ورجايو.

”جهڙي طرح تون انهن مان هڪ جي مرڪ جو ڏوڪو ڪائي پنيلجي پيو آهين، تيئن روز اسان به توهان جهڙن پڙهيل ڳڙيل سڌريل سرابن جي همدرديءَ جا شڪار بنجون ٿا. ڪيئن فرق ڪيون اسان تو جهڙي پنيلجي پتڪيل سراب ۾ بين پنيلائيندڙ ۽ پتڪائيندڙ سرابن ۾؟“

”مان سراب ناهيان، امان. مان لاڪيو آهيان. لاڪيو لالچند وارو.“ مون پوڙهيءَ جو اعتبار رکڻ لاءِ بس ايئن ئي چئي ڏنو ”مان هر سال هت سورج پٽ ڏسڻ ايندو آهيان، ۽ هميشه پتڪي ويندو آهيان.“

”صورتون توهان سينيءَ جون هڪجهڙيون آهن. ڳالهيون به ته سڀ ساڳيون ٿا ڪيو. توهان لاڪيا هجو يا لالچند. اسان وٽ ته سڀ سراب بنجي اچو ٿا! هڪ پيرو اچي ڳالهين ئي ڳالهين ۾ اسان جا کوهه منا ڪري ٿا وڃو. سٿلن کي اٿاري، مٿلن کي جٿاري، اسان جي جهوپن ٻاهريان گاڏين جي ويلن جا نشان ڇڏي هليا ٿا وڃو. اعتبار لاءِ، سرابن جيئن. وري وري دوکي ڏيڻ لاءِ! کهڙي خبر تون به اهڙو ئي ڪو دوکو هجين، دولاب هجين، ۽ سرابن جيئن همدرديءَ ڪري هڪ نئين اعتبار جي ديوار ڪڙي ڪندو هجين!“

”نه. نه. اهڙي ڪابه ڳالهه ناهي، امان.“ مون چيو”مان قطعي ڪو دوکو دولاب ناهيان!“

”ته پوءِ، تون ڇاهين؟“ڪراڙي وري زخمي شينهن جيئن ڪر ڪنيو. مونکي خبر نه هئي ته مان ڇا هوس. پوڙهيءَ لاءِ منهنجا سڀ شناختي ڪارڊ اڌورا هئا. مونکي فقط ايتري خبر هئي ته ٿر ملڪ ۾ مان هر سانوڻيءَ ۾ سورج پٽ جي ساوڪ ڏسڻ ايندو هوس ۽ ان جي حسن ۾ وڃائجي الائي ڪيترا پيرا رستا پلجي ويهي رهندو هوس. هن پيري به مان رستو پلجي پيو هوس. پوڙهو رڍون، ڇوڪري ۽ پوپٽ، سڀ منهنجي پل هئا. ٿر جي حقيقت فقط پوڙهيءَ جي اکين ۾ لڪل هئي!

# روپلو

روپلي جي ماءُ ڪلمو پڙهيو ۽ شيخڻ بڻجي ويئي. نالو رکيائونس حليمان. چرميءَ مان حليمان ٿي ويئي. هوءَ هر سال فصل لٿي اسان وٽ ايندي هئي. رهندي تہ هوءَ ڪنهن ٻئي ڳوٺ ۾ هئي، پر جڏهن بہ اسان جي ڳوٺ ايندي هئي تہ گهٽ ۾ گهٽ هفتو ضرور ترسندي هئي. بابا کي "ادو" ۽ امان کي "ڀاڄائي" چوندي هئي. هفتي جي سٽن راتين مان هڪ رات اسان وٽ بہ ترسندي هئي.هر ڀيري روئندي چوندي هئي،"منهنجو ڪو محرم ناهي. مان حج تي ڪيئن وڃان؟"

هن جي مسلمان ٿيڻ جو سبب هن جو مڙس هو. مڙس ويچاري وفا نہ ڪيس. هن منجهان پنج ٻار هئس. واريءَ جي وٽ ۾ گهر هونَ. ٻن ايڪڙن جو هاريو ۽ محنت مزوري ڪري گذر سفر ٿي ڪيائون. مڙس بيمار ٿيس تہ ڀائرن علاج نہ ڪرايس. چرمي زميندار وٽ وئي، پر اتان بہ ڪتو جواب مليس. ٻار اڃا ننڍا هئس. ڪجهہ ڏينهن ڪانپوءِ مڙس ڏٽي در دم ڏنو. ڪريا ڪرم ڪري، واندو ٿي، ڏيرن مان هڪڙي، ڀاڄائيءَ کي پنهجي گهر اچي رهڻ لاءِ چيو. پر هن چين تہ " مان پنهنجن ٻارن سان خوش آهيان. محنت مزوري ڪري کين کارائيندي رهنديس، پر پرائي در تي نہ گذاريندیس."

ان وقت هن جو وڏو پٽ تيرنهن سالن جو ۽ ننڍو اڃا نون سالن جو هو. ڪجهہ مهينا محنت مزوري ڪري هوءَ جيئن تيئن ڪٽي ويئي. ڏيرن جي دل ۾ ڪنڊر وينل هو سو هنن هڪ ڏينهن ٻل وٺي کيس ڪٽائڻ چاهيو. پر ڳوٺ وارن جي سجاڳي ۽ چرميءَ جي رڙين تي هو کيس ڇڏي ڀڄي ويا. صبح جو خبر پيئي تہ چرميءَ کي ڏيرن وڪڻڻ چاهيو پئي. هنن سوٽي وٺي

اهڙو سودو ڪري ٻہ چڏيو هو. ڇرمي ڏنو تہ هن جو تحفظ ڪرڻ وارا اڄا ننڍا آهن. ان ڪري هوءَ پنهنجن ٻارن کي ساڻ ڪري پنهنجي ماءُ ۽ پيءُ ڏانهن هلي ويئي. اتي ٻہ هنن کيس تنگ ڪرڻ نہ ڇڏيو. نيٺ ڇا ڪيائين جو ٻارن کي پنهنجي ماءُ ۽ پيءُ حوالي ڪري مسلمان ٿيڻ لاءِ پاڙي ۾ وڃي پناهہ ورتائين. اتي مُلان ذات جون ڪي مايون واقف هيس جن کيس مسلمان ڪرائي پاڻ وٽ ترسايو. هنن وٽ هوءَ يڪو لاءِ رهي پيئي. پوءِ عيد يا ڏياريءَ تي پنهنجن والدين ۽ اولاد وٽ چڪرڙو هڻندي هئي، ۽ هفتو ڏيڍ رهي موٽي ايندي هئي. هو بہ وٽس ايندا هئا. هوءَ انهن جي خدمت ماءُ ۽ ڏيءُ جيئن ڪندي هئي. ڳوٺ وارا هن جي ان ميل ميلاپ تي هرون پرون ناراض نہ ٿيندا هئا.

ڪنهن بہ حالت ۾ شادي ڪرڻ نہ ٿي چاهيائين. پر ان هوندي بہ ڪجهہ ڏين جي پائرن رات جي اونداهيءَ ۾ سندس ڪتون پڳيون. سماجي ميل ميلاپ لاءِ هن پنهنجي منهن ٻولئي ماءُ پيءُ جي مٿن مائٽن ۾ وڃڻ شروع ڪيو. جتي کيس تمام گهڻو مانُ مليو. ايئن هڪ اڪيلي رن وارو رتبو ٽٽس ۽ هوءَ گهڻن جي پيڻ بني. عورتن جي صلاح تي نماز قائم ڪيائين. جنهن اوباش ۽ ڏانهس ميرين نگاهن سان ڏسندڙن خلاف بند ٻڌو ۽ هوءَ سڪون سان رهڻ لڳي.

اِهي ضياءَ آمر جي مارشلا جا پويان ڏينهن هئا. انهن ئي ڏينهن ۾ هوءَ اسان جي ڳوٺ آئي تہ پنهنجي ننڍي پٽ روپلي کي بہ پاڻ سان گڏ وٺيو آئي. هن جي عمر هاڻ يارنهن سال کن هئي. هو تہ هو ننڍو پر ڳالهيون هن جون وڏيون هيون. منهنجي ۽ منهنجي دوست مِشوءَ جي ساڻس جهٽ ۾ دوستي ٿي ويئي. ننڍڙي پيل کي پنهنجي ماءُ سان گڏ ڏسي گهڻن جا منهن لهي ويا. چاچي مير کيس ٽڪائڻ کان جواب ڏيئي ڇڏيو. نيٺ هو اسان وٽ رهي پيئي. پهرئين ڏينهن هو اسان جي هڪ بيمار عزيز کي ڏسڻ لاءِ پاڙي جي هڪ گهر ويئي. جتي سڄو ڏينهن ڳوٺ توڙي ان کان ٻاهريان ايندڙ ويندڙ عورتن ۽ مڙسالن کان هنن جي مٿن مائٽن بابت پڇندي رهي.

امڙ مونکي چيو تہ مان ننڍڙي روپلي کي اسڪول، اوطاق ۽ دڪان جو چڪر لڳرائي اچان. ڪيس اسان جي ڳوٺ جي پر سان پراڻي ڪنب، نئين ڪاهيل ڪٽڪ، بان واهہ بہ ڏيکاري اچان ۽ شام جو والي بال تي بہ وٺي وڃان. مون ايئن ئي ڪيو. روپلي کي چاچي حاجيءَ جون رڍون ڏيکاريم، ڳوٺ جون ڍڳيون، مينهون ۽ ٻڪريون بہ ڏيکاريون مانس. جانورن کي پاتل ڳانڍيا، ڳانيون، چڙا ، ڪرڪيون، ڪِرڪ ۽ سنيارون ڏيکاريون مانس. روپلو اسان جي ڳوٺ جا نظارا ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو. شام جو مان ۽ منهنجو دوست مِشو هونئن ئي ڳوٺ جي پرائمري اسڪول تي والي بال کيڏڻ ويندا هئاسين. هن ڀيري روپلي کي بہ ساڻ وٺيو وياسين. ڪافي ماڻهن اسان سان چرچا ڪيا تہ اسان کي هاڻ ٻيل تاتڻ جي ضرورت پيئي آهي.مونکي امان جو سمجهايل هو تہ ڪو ڪجهہ بہ چوي پر ورندي ناهي ڏيڻي. پر جي ڪو گلي پئجي وڃي تہ چوانس،"بابي جو مهمان آهي". پاڻهي مٺس ماڪ پئجي ويندي. جڏهن اسان والي بال کيڏي فارغ ٿياسين تہ مون روپلي کي سڏ ڪيو. هو مون وٽ آيو ۽ مان هن کي مسيت واري نلڪي تي پاڻي پيارڻ لاءِ وٺي ويس. ان ويل سج لٿي واري آذان پئي آئي. اتي وضوءَ جي انتظار ۾ بيٺل هڪ همراهہ مونکان پڇيو،"هيءُ ڇوڪر ڪير آهي؟"

مون کيس ڪا بہ ورندي ڪانہ ڏني.

"ڇوڪرو مونکي مسلمان نہ ٿو لڳي!" هن چيو.

"تہ پوءِ توکي ڇاٿو لڳي؟"مون سمجهو تہ ايئن بس پوڳ ٿو ڪري. انڪري مون بہ ڇئي ڏنو مانس.

" هندو ٿو لڳي،" هن پنهنجي ليکي انڪشاف ڪندي چيو"يا تہ ديد آ. يا وري ٻيل ڪولهي. پر مسلمان ڪونهي!"

روپلو هن ڏانهن وڏي تجسس ۽ غور سان ڏسڻ لڳو.

"سمجهين ٿو تہ هيءُ ڇاٿو چوي؟" مون روپلي کان پڇيو.

روپلي ڪنڌ هاڪار ۾ لوڏي چيو،"ها. سڀ ماڻهو ايئن ئي چوندا آهن."

اينري ۾ پنيان مِشو بہ اچي پهتو.

"توهان اجا مسلماني ناهي سکي ..."هن مونتي پنهنجي ڪاوڙ چٺڻ جي ڪوشش ڪئي.

"مسلماني سکبي آهي ڇا؟" مشو منهنجي پاران چيس." اسين مسلمان جي گهر ۾ پئدا ٿيا آهيون. انڪري اسان کي مسلماني سکڻ جي ضرورت ناهي!"

مشو ٻارنهن درجا پڙهيل هو. انڪري هن کي مُلن سان بحث ڪرڻ ۾ ايندو هو. مونکي امان جو چيل هو تہ ڪنهن سان بحث نہ ڪجانءِ.

مشوءَ جي جواب تي مُلون گهڙي کن لاءِ چپ ٿي ويو. پر وري چيائين. "هندو جا هٿ لڳل شيءَ حرام هوندي آهي. دين ڪان پري آهيو نہ انڪري مستي ٿا ڪيو."

"هن جي ماءُ مسلمان آهي. جنهن جي صدقي هيءُ بہ بخشجي ويندو. تون وڃ, وڃي نماز پڙهہ!" مِشو سندس ڏيان مسيت ڏانهن ڇڪائيندي بحث جو رخ ٻئي پاسي ڪرائيندي چيو.

"مان انهي مُلين جي پنيان نماز ناهيان پڙهندو."همراهہ هڪدم ڦاٽو.

"ڇو؟ اهو ملو مسلمان ناهي ڇا؟"

"مان انهي کي بہ مسلمان ناهيان سمجهندو."مشوءَ کي ذري گهٽ چڙٻ ڏيندي چيائين."هيءُ قبر پرست آهي!"

"وڃ ... ڇ ڇ....!"مشو جي واڇ ٽڙي ويئي."جيڪو مسيت ۾ امامت پيو ڪري اهو بہ مسلمان ناهي! واهہ سائين. واهہ!"

"توهان نوجوان آهيو. ڪجهہ دين کي سمجهو. انگريزي پڙهي سمجهو ٿا تہ سيڪجهہ ٿا ڄاڻو. دين ايترو آسان ناهي جيترو توهان سمجهو ٿا. دين سمجهڻ ۽ سمجهائڻ خاطر ماڻهن پنهنجون جانيون قربان ڪيون. دين ۽ ديني طريقہءِ ڪار جو اوهان کي ڪو پتو ئي ڪونهي."هن ٿورو ساهي پٽي وري چيو."هندو پليت آ. توهان کي خبر ئي ڪونهي, ان کي توهان گڏ وٺيو پيا هلو."

"اسان ٻار آهيون اسان کي ڪهڙي خبر!" مون وچ ۾ ڳالهائڻ جي

ڪوشش ڪئي. مشو منهنجي وات تي هٿ رکي ڇڏيو.

"توهان جو قصور ڪونهي، توهان جي وات ۾ گرنهن وجهندڙن جو ڪارو منهن آ!"

"اسان جا والدين نه سادا آهن. هنن کي نه پنهنجي رزق جي خفي مان وٺي ئي نٿي ملي!" منو چيس.

"رزق الله جو آهي، بندي جو ان ۾ ڪجهه به نه وڃي!" هن مٿي آگر کڻندي چيو."مونکي ڏسو مونکي ڪٿان ٿو ملي؟ مان ڪهڙا ٿو هر ڪاهيان! منهنجي ڪهڙي اهڙي نوڪري آهي؟ پوءِ به مونکي رب ڪٿان نه ڏئي ٿو!"

"اسان کي ڪهڙي خبر، توکي الله سائين ڪٿان ٿو ڏئي؟"مشو چيس.

"نه پوءِ ٻجهو نه...؟ ماڻهن کان پڇو نه مان ڪٿان ٿو آڻيان؟"هن ذري گهٽ وجد ۾ ايندي چيو."الله ٿو ڏئي. او ميان، الله! مٿان.... ڇت ڦاڙي ٿو ڏئي!"

"اسان کي نه ڪونه ٿو ڏئي...."مشو نماڻائيءَ مان چيس.

"اعمال سڌاريو."

"توهان پلا ڇا ٿا ڪيو؟"مشو پڇيس."اسان کي به نه خبر پوي نه؟"

"ٽائم ڪيو. اڄو مون وٽ. وقت جي قرباني کان سواءِ دين سکي ئي نه ٿو سگهجي. الله جي قربت لاءِ هيءُ دماغ ولوڙڻو ٿو پوي!"

مونکي ٻانهن جي هڪ پاسي کان نونٽ وٺان روپلي ٿوري چڪ ڏني ۽ چيائين،"دلبر،هلون. اوندهه پئي ٿئي!"

سامهون مسيت مان جماعت به نماز پڙهي اچي ٻاهر چڙهي، جنهنڪري روپلو ٿورو ٿورو پريشان ٿيڻ لڳو. ڇو نه هو اهڙن ڪيترن ئي تجربن مان گذري چڪو هو.

مسيت مان نڪرندڙن مان ڪيترن مونکان روپلي بابت پڇيو. مون چيومان نه"ماسي حليمان جو پٽ آهي."

ٻن ٽن نمازين نه وڌي اچي مونکان ماسي حليمان بابت پڇيو. هنن روپلي کي خرچي ڏني ۽ مٿي تي هٿ به گهمايو ۽ چيائون." اسان جا پيءُ کي سلام ڏجان ۽ چئجانس نه اسان وٽان چڪر هڻندي وڃي!"

جڏهن ڪان اسان جي ڳوٺ جي ڳڏيل مسيت ۾ واڍن جي ڳوٺ مان نئون ملون آيو هو، تڏهن ڪان مقامي ملن ۽ ماڻهن وچ ۾ سوچ جي هڪ واضع لڪير ڇڪجڻ لڳي. نل تي گڏجندڙ ۽ بحث ڪندڙ همراهه به ان جي مخالف مُلئين جو ٻالڪو هو. هت انڪري ايندو هو ته جيئن هتان وارن همراهن سان مناظرا ۽ بحث ڪري ماڻهن جي ذهنن ۾ شڪ ۽ دلين ۾ وڏيڪ وٿي وجهي سگهي. هن جي ان تبليغ ڪري هتي ماڻهو ماڻهو کان ڇڪجي هلڻ لڳا هئا. ڪين ايئن ٿي لڳو جڻ ته جنهن ڪنهن سان ملڻ سان سندن ايمان خطري ۾ هو. جنهنڪري آس پاس جي ڳوٺن ۾ ننڍيون ننڍيون ٽوليون نهڻ لڳيون هيون. ڪي اهل حديث، ڪي بريلوي، ڪي وهابي، ڪي صوفي ته ڪي مولائي سڏجڻ لڳا هئا.

ان ننڍڙي بحث کي ڇڏي اسان جو بيو سارو چڪر ڪامياب رهيو. اسان گهر موٽي آياسين ته ڪنهن سان به ڪا ڳالهه ڪونه ڪئيسين. رات جو امان ۽ مون ماسي حليمان ۽ روپلي سان دل کولي ڪچهري ڪئي. مون ٻنيءَ تي روپلي کي پنهنجي ڪتابن منجهه ڇپيل فوٽا ڏيکاريا. ڪتابن مان رتيل بيت ٻڌايامانس. ماسيءَ کان اسان مارواڙيءَ ۾ گيت ٻڌو:

او اري، رائيچند جِيو، او ٻوليان چاليان ڪرو.

.......منا منرا مينا ري......او تمين آئو ني....

او مانجا رائيچند جيو....... او تمين آئو ني....

ڳائيندي ڳائيندي ماسي حليمان جي اکين مان نير وهي آيا. خبر ناهي ته هن ڪنهن کي پئي ياد ڪيو ۽ ڇا ٿي چيو. پر ڪنهن ويجهي ۽ دلگهرئي سان جڻ هوءَ مخاطب هئي.

"ايئن هو نه. روپلا؟" مون روپلي کان گيت جي معنيٰ پڇڻ جي ڪوشش ڪئي. هن هاڪار ۾ ڪنڌ لوڏي منهنجي ڳالهه جي تائيد ڪئي. جي زبان سان "ها" چوي ها ته شايد روئي پوي ها.

پر رات جو مونکان روپلي الائي ڇو پڇيو، "دلبر، تون نماز ڪونه ٿو پڙهين؟"

مون چيو. ”نہ!“

”ڇو؟“هن معصوميت منجهان پڇيو.”ملان توتي ڪاوڙجي ڪونہ ٿو؟“

”خبر ناهي، يار. ڪاوڙبو تہ ضرور هوندو.“مون چيو ”پر اهي سڀ بابا ڪان ڏجن ٿا.“

”ڪهڙي بابا ڪان؟“

”منهنجي پيءُ ڪان...“

”ڪٿي آ. تنهنجو پيءُ؟“

”ٻنيءَ تي...“

”اتي ويندو هين؟“

”هائو پر ڪڏهن ڪڏهن.“مون وراڻيو”هاڻ جڏهن مان ڏهين ڪلاس ۾ ايندس تہ بابي وٽ رهي پوندس. ڏهينءَ ۾ جام محنت ڪرڻي تي پوي.“

روبلو ڪنهن سوچ ۾ ٻڏي ويو.

مون پڇيومانس، ”مونکان تہ جام پڇئي، پر تو تہ ڪونہ ٻڌايو. تون ڇا ٿو ڪرين؟“

”مان؟“

”ها، تون..!“مون ڪيس يقين ڏيارڻ جي ڪوشش ڪئي.

روبلو ٿورو کليو. پوءِ چيائين، ”راڻي جون رڍون ٿو چاريان.“

”ڪنهنجون؟“

”راڻي بادل سنگ جون....“

”اهو وري ڪير آ؟“

”راڻو؟“

”ها، ها. راڻو“ مون چيو ”مان توکان اُن جو ئي تہ پڇان پيو.“

”خبر ناهي، يار.“ روبلي ذهن تي زور ڏيندي چيو”هو مونکي مهيني ۾ هڪ ڀيرو پاڻ وٽ گهرائيندو آهي. پر هو مونسان پاڻ ناهي ملندو.“

”ڇو؟“

”خبر ناهي، يار!“

”خبر ناهي؟ توکي بہ خبر ناهي؟“ مون عجب کائيندي کائنس پڇيو”هن جي اکين ۾ ايڏو تاب آهي ڇا؟“

”نہ نہ. تاب جي ڳالهہ ناهي. مونکي هن ڏي ڏسڻ جو حڪم ئي ناهي!“روبلي چيو”هو اُچي ذات وارو نڪر آ ۽ مان ....... “ هن لفظ کائي وري چيو” هو ڪڏهن بہ منهجي اک تي ناهي چڙهيو!“

”اووو..... اهو تہ وڏو معاملو ٿو لڳي!“

”ها. ايئن ئي آهي. هن جا ڪيترائي نوڪر آهن. هن جو هڪ بجير منشي مون وٽ واڙ تي ايندو آهي ۽ مونکي ڪم ڪار يا ڪا شيءَ چوٽي هوندي اٿس تہ چئي هليو ويندو آهي. مان تو وانگر يار پڙهي نہ ٿو سگهان. نڪر جو منشي چئي ٿو تہ هو سنڌ ۾ ٻني وٺندو تہ مونکي اتي ضرور نوڪر رکندو. مان ٻنيءَ تي رهي ٽريڪٽر هلائڻ سگهندس. مونکي ڊرائوريءَ جو الاهي شوق آهي.“

”تون هن کي ڇڏي هت اچي رهہ نہ!“

”ڪنهن وٽ؟“

مان ڀهريان تہ منجهي پيس. پر پوءِ چيومانس تہ”سنڌ ۾ جام زميندار آهن. توکي جام پيسا ڏيندا.“

”تر ۾ ڪئين هاري نوڪر تي نڪر وٽ ڪمائين پيا. ٿوري گهٽي گيسر بہ ڪن ٿا. پر نڪر ڪجهہ بہ ڪونہ ٿو چئينَ.“

”مطلب تہ تون اتي خوش آهين!“

”خوش ناهيان. پر نيڪ آهيان. امان ڪان پري رهي ڪير خوش ٿيندو؟“روبلي چيو.”مان تہ اجا ننڍو آهيان. منهجو وڏو ياءُ ساماري ۾ ٻني ڪندو آهي. بہ ٽي پيرا زميندار ٻڌي ڇڏيس. هاڻ تہ الاءِ ڪٿي آهي!“

مان ۽ روبلو آمهون سامهون ڇپرڙي جي ٻڌر تي ستا پياهئاسون. پئي هيڏانهن هوڏانهن جون خبرون ڪيونسين. امان ۽ ماسي حليمان ڳوٺ جي آيل ماين سان پئي ڪچهريون ڪيون.

ايئن ڳالهيون ۽ خبرون چارون ڪندي ان رات اسان کي ننڊ ڪٽي

ويئي. صبح جو اٺياسون تہ نيرن کان اڳ ئي روپلي مونکان عجيب سوال ڪيو. پڇيائين، "دلبر، جي مان مسلمان ٿيان تہ ... ماٺهو مونکي ايئن تہ نہ ڏسندا؟"

مان ڏڪي ويس. ڪيترو وقت تہ مان هن جي اکين ۾ ڏسندو رهيس. هن جي اکين ۾ ڊيڄ لهي آئي هئي.

"يار، مونکي خبر ناهي. پر تون ايئن ڇو ٿو چوين؟ تو رات جو ننڊ تہ ڪئي آهي نہ؟ "مون هن جي ان عجيب سوال جو جواب لهڻ ٿي چاهيو.

پر روپلي مونکي ورندي نہ ڏني. پاڻ سنڀالي فقط ايترو چيائين، "يار، مون توسان پوڳ پئي ڪيو. بس ڇڏينس. هندو مسلمانيءَ ۾ ڇاهي رکيو. ماٺهو ماٺهو آهي. کائڻ لاءِ بہ گرنهن ماني ۽ سمهڻ لاءِ بہ گز زمين. بس! انکان وڌيڪ بيو ڇا کپي ماٺهوءَ کي!"

روپلي گهڻيون ئي وضاحتون ڪيون پر منهنجو تجسس نہ مئو.مان اڃا بہ ڏانهس حيرت مان ڏسندو رهيس.

ڪنهن مهل اندر جي اوچتي اڌمي سان هن جي اکين جا گهٽ گهيڙ پجي پيا. ٻئي ٻانهون گوڏن ٻاهريان ورائي منهن مونن ۾ ڏيئي ڇڏيائين. سڏڪي سڏڪي جڏهن بس ڪيائين تہ چيائين،"نيڪ آ، دلبر، سڀ ڪجهہ نيڪ آ.بس گهڙي کن لئہ دل ننڊڙي ٿي وئي هئي!"

ٻي ساعت ٻئي ڄڻا اٿي اسان جي گهر پويان وهندڙ واٽر تان هٿ منهن ڌوئڻ هليا وياسون.

# راڌاءِ ڪمني _ هڪ ننڍڙي پيار ڪهاڻي

چون ٿا تہ هو اڏ مستانو هو. هن جي مستاني ٿيڻ پنيان هڪ خوبصورت پورهيت عورت جو هٿ هو يا جيڪو سماجي نظام هو ان جوا پر هو مٿو اگهاڙو ڪري هلندو هو. پيرن ۾ جتي بہ نہ پائيندو هو. فقط گوڏ ۽ قميس پاتل هوندي هيس. هٿ ۾ وجائڻ وارو چمٽو هوندو هيس، جو عشق ۾ ناڪام ٿيڻ بعد ڪنيو هئائين.

هو چمٽو وجائي "جگني" ۾ سندو چيل ڪلام "اوڏڻي" ڳائي خيرات گهرندو هو. بيا لتا توڙي محمد رفيع جا گانا بہ ڳائيندو هو. رڙ ڪري جڏهن "او مينو عشق اوڏڻ دي ٻڻايا ملنگـا"چوندو هو تہ سندس ساجي ٽنگ پٺي عارف لوهار جيئان لڏندي هيس. هو ڦيري يا گهمري نہ پائيندو هو. پر ٽنگون مسلسل لوڏيندو رهندو هو. "اوڏڻ" ڏکهو نظم هو. جو پاڻ چيو هئائين..

عجيب ماڻهو هو. پئسا يا داد ملندو هوس تہ ٻانهون بہ ٻڌندو هو ۽ سر بہ جهڪائيندو هو. اصل ۾ جڏهن مکي سڪي ۽ واريا سو ملڪ آباد ٿيڻ لڳو تہ حڪومت هت طرحين طرحين جا ماڻهو وٺي اچي آباد ڪيا. پر ڪمنيءَ جا ابا ڏاڏا شايد انگريزن جي پهرين آبادڪاريءَ دوران آيا هئا. هو مسڪين هاري هئا. جيئن فوجين جا ڪمي. يا مصلي يا مزارا. بهرحال ڪنهن اهڙي سجاڻپ سان ٽنگجي آيا هئا جو پاڻ کان وڏيڪ پيسي واري ماڻهو سامهون پاڻ کي ڪمتر سمجهندا هئا. پوءِ اتي ئي سانگهڙ ۽ نوابشاهہ جي وچ تي پٺي پئجي ويا.

پر جڏهن ڇڪن ۾ مٽيءَ جون پتيون ٿاهيندڙ سندي ئي ڪلاس جي هڪ شادي شده اوڏڻ سان هن جي اکين جا پاند اٽڪيا تہ هن جي دل ۾

هڪ ئي وقت ڪوئل بہ ٻولڻ لڳي تہ شينهن بہ گجگوڙون ڪرڻ لڳا. دل_ لڳي پنهنجو رستو ورتو. جو تہ دل پنهنجو ڏگ پاڻ ونندي آهي. هو عشق جو انيڪ رنگن وارو ۽ دل جي تارن ۾ سرمنڊل ڇيڙيندڙ روڊميپ وٺي بابا جي اوطاق نما اوتاري تي پهچي آيا. پر بابا وٽ اچي هن عشق جي ان تعلق مٿان ڪاسائي واري ڪاتي رکي. ان وڏي ڪلاس جي پوئواري ڪيائين جيڪو غير مسلمانن سان پنهنجي ملڪ ۾ سدائين ڪندو آيو هو. هن ملان گهرائي محبوب کي مسلمان ڪيو. عشق کي مذهبي تحفظ جو ٿپو هڻايائين. پر مذهب بہ هن جي مزور ۽ ٻڙي سماجي طور حيثيت هئڻ ڪري هن کي تحفظ ڏياري نہ سگهيو.

ڪجهہ ڏينهن تہ بابا وٽ ويهي محبوب جا سپ تجلا پسيائين، پر ڪنهن جي پٺ نہ هئڻ ڪري پنهنجي عشق کي عام اڳيان ظاهر ڪري نہ سگهيو. جيترا ڏينهن لڪي يارن جي اوطاقن ۾ جهنگن جهرن ۾ پناهہ وٺندو رهيو اوترا ڏينهن هن جا ياڻر ۽ عزيز ٿاڻن ۽ جيلن تي لوڙيندا رهيا. مهينو کن هن عشق جو جام پيتو پر نيٺ هڪ ڏينهن ماڻٽن جاسوسي ڪري ٻڌرائي وڌس. پوليس ڪتي ڪتي هيٺا حال ڪيس. ٻانهن تہ اوڏ پنهنجي واپس وٺي ويا، پر ڪمني پوليس جي مارن ۽ ماڻٽ اغيارن هٿان ڏڪارجي ٽڙجي ويو. جنهنڪري اڏ چريو بنجي در در پيو واڪا ڪندو هو.

بابا ڳالهہ ڪندو هو تہ هن جڏهن ڇنبي جي ويجهو ڪنهن زميندار جي ٻنيءَ مان جهنگ جا لاهہ پٽي ڪڍيا، ڪمني پنهنجي يارٽيءَ کي اتي ڪٺي آيو. بابا جو اتي ڇئونرو نهيل هو.هو چوندو هو تہ هن ٻنهيءَ کي هفتي ڏيڍ جو سيڌو سامان وٺي ڇئونري اندر رهايو. هو پاڻ لوڙهي ٻاهريان هڪ وڻ هيٺيان کٽ رکي سمهندو رهيو.ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ اجازت وٺي هو الائي ڪيڏانهن هليا ويا.

جڏهن جيل ڪاٽي سزا مان ڇٽي آيو تہ ماڻٽن ڪيس پاڻ وٽ رهائڻ کان جواب ڏيئي ڇڏيس. زال بہ ڇڏي ماڻٽن هلي ويس. سو جڏهن ڪنهن بہ اچڻ ڪونہ ٿي ڏنس تہ هو اڪثر ڳجهڙيہ چاليهہ چڪ ۽ مکيءَ جي اندرئين

ڳوٺڻ ۾ ننڍي وڏي مزوري ڪري گذارڻ لڳو. اڪثر اوطاقن ۾ رهڻ ڪري، اوطاقي تمدن مٿس اثر ڪيو. هو شاعري به ڪرڻ لڳو ته ڳائڻ به شروع ڪري ڏنائين. سنڌ ۾ گهور جي رواج گهٽڻ جا گهر هلايا، سو ڪمنيءَ جو به گاڏو گهلجڻ لڳو. ڪجهه وقت ته هو ڊِگا وني پڙيءَ تي ڪپائيندو رهيو. پر جڏهن به فصل لهندا هئا ته هو مکيءَ جي ڳوٺن جو ڦيرو ضرور ڪندو هو. هن جي اچڻ سان اوطاق هجي يا ڪنهن وڻ جي ڇانوَ ننڍين وڏن ۽ ٻارن ٻڍن جي پيهه لڳي ويندي هئي. جڏهن به ۽ جتي به لاڏائو ڪتنبن کي ڏسندو هو ته ٻوڙي وجي انهن ۾ پنهنجي راڌا جي تلاش ڪندو هو. ڪانئن پڇندو هو ۽ ڏس پتو نه ملڻ تي مايوس ٿي موٽي ايندو هو.

هڪ ڏينهن راڌا وارن جو لڏو مکيءَ جي هڪ ڳوٺ ويجهو ڪنهن باغ جي پٽ ڏيڻ لاءِ اچي لنگهيو. ڪمني ان ويل ان ڳوٺ جي اوطاق تي ٽِڪيل هو. هن اوطاق تان ئي راڌا کي گڏهه مٿان وينل سڃاتو. ٻوڙي جڏهن ويجهو ويو ته سندس نظرون مٿس پونديئي وجد ۾ اچي ويو. پوءِ ته اهي جهُمريون پاتائين جو آخر بيهوش ٿي ڪري پيو. جيئن ئي سجاڳ ٿيو هڪ ٽنگ کان منڊو هو. هٿ جي مرين ۾ سور هيس. پيرن جون آڱريون سڄيل هيس. اڪيون ڏرا ڏيئي اندر گهڙي ويون هيس. هو ٽانڊن تي پئي هليو. چر بيليءَ جهڙن ٽامڻن ٽانڊن هن جي پيرن کي پئي وڍيو. هن جي پنن ۾ سڇپترا پئي لڳا. ڪنن ۾ سپاهين جي گارين جي ريهه پئي بريس. گوڏ مان شورو پئي ٽميس. چوڪرن جڏهن اوطاق ۾ کٽ تي سمهاريس ته ننڊ ولين ۾ ويڙهجي ويو. عشق ۽ ايذاءُ جو کپر، ڪيف ۽ سرور جو بل بنجي کيس ٻکجي ويو.

جهرڪين جي آکيري ۾ نانگ گهڙي آيو هو. هن اک پٽي ته سج به ڪانا چڙهي چڪو هو. هو اوطاق مان ٻاهر نڪري سامهون نازبوءِ جي ٻوٽي جي پر ۾ پيشاب ڪرڻ ويهي رهيو. اوطاق اندر رڙندڙ جهرڪيون خاموش ٿي ويون. شهر کان ايندڙ برف جي ڪارخاني تي ڪم ڪندڙ عنايت ٻڌايس ته اوڏ سامهون ڪرستانن جي باغ جي پٽ پيا ڏين. هن چمتو آسمان ڏي اڇلايو. نه مٿي پولار هو نه هيٺ پاٽي هو. چمتو هن جي هٿن مان نڪري سُرن

سميت وچي پنهنجي قدردانن کي پهتو. ڪمنيءَ جون جڏيون ٽنگون ۽ سڄيل پير بہ هاڻ سڏائيءَ ۾ سفر ڪرڻ لڳا. هو باغ باهريان چڪر لڳائي آلي ديوار کي ڏسندو مٿيءَ واري ڪڏ ويجهو ويهي رهيو. وار وڏا هجڻ ڪري، ڏاڙهي چڏيل هئڻ ڪري ۽ لٽا ميرا ۽ بي ترتيب هئڻ ڪري ڪنهن بہ هن جي موجودگيءَ جو نوٽس نہ ورتو. ان جي برعڪس اوڏن مان ڪن تہ کيس اوتار سمجهڻ شروع ڪيو. هو بہ ڪڏ مان مٽي پٽي ان جي ڪناري تي وڏا وڏا گولا ناهي رکڻ لڳو. راڌا ۽ بہ ٽي بيون اوڏڻيون گڏهن تي چڙهي جڏهن مٽي کڻڻ تي آيون تہ هو بہ انهن کي پنهنجا گولا آڇڻ لڳو. پر اوڏڻين کي هن جي گولن جي ضرورت نہ هئي. ايئن هو انهن گولن کي رات جو پاڻيءَ ۾ لاهي رکندو هو ۽ صبح جو باهر ڪيدي هر واري راڌا کي آڇيندو رهندو هو. هن جي ان عمل تي اوڏن ۾ اهو مشهور ٿي ويو تہ هو هڪ درويش آهي. انڪري روز کيس ماني پاڻي رسائڻ لڳا.

اوچتو هڪ ڏينهن راڌا جي ننڍڙي پٽ کي بخار ٿي پيو. هوءَ بہ کيس درويش سمجهي وٽس ڦيٿي لاءِ ڪٺي آئي. هوءَ جڏهن ويجهو پهتي تہ ڪمنيءَ راڌا کي ڏسي اتي بيٺو. راڌا مٿي وارو ڪپڙو ٿورو هيٺ سرڪائي هلڪڙو گهنڊ ڪيدي کيس چيو تہ "فقير سائين، ننڍڙي کي تپ ٿتو چڏي ڪا دعا ڏيو. ڪو ڦيٿو رکي ڏيو!"

ڪمني ننڍڙي کي هن جي هنج مان ڪٺي ورتو ۽ مڻ مڻ ڪري بہ ٽي ڦوڪا ڏيئي وري سندس هنج ۾ ڏيئي چڏيائين. راڌا جو ٻارڙو ٻئي ڏينهن چڱو ڀلو ٿي ويو. صبح جو مٽي ڍوئڻ ايندي مهل هوءَ فقير لاءِ مني ماني کنيو آئي. جڏهن ڪپڙي جو گهنڊ ناهي کيس ماني ڏيڻ لڳي تہ ڪمني پنهنجي منهن تان وارن جون چڳون هٽائي راڌا ڏي ڏسڻ لڳو. پريان بير جي وڻ تي وينل بن ڪانگن پاڻ ۾ چنهبون ملايون. راڌا سندس چهرو ڏسي تپرس ۾ پئجي ويئي. جذبن جي چولي مک تي ظاهر ٿي هن جي جان کي ترو تار ڪندي هلي ويئي.

"ڪمني تون؟" هن جي زبان مان نڪتو. پر ڪمنيءَ جي اکين مان

فقط بہ لڙڪ لڙيا ۽ ڪابہ ورندي نہ آئي. راڏا ساٽس گهڻو ئي ڳالهائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر ڪمني ڪو بہ جواب نہ ڏنس. هوءَ سمجهي ويئي ۽ اتان هلي ويئي.

ايئن جڏهن اوڏن ۾ اهو هُلي ويو تہ فقير سندن لاءِ رحمت بنجي آيو آهي تہ سندس روز ڪا نہ ڪا خدمت ڪرڻ لڳا.راتو رات هنن ڪيس جهوپڙي بہ اڏي ڏني. راڏا ۽ بيون مايون هڪ نہ ٻئي ڏينهن وٽس مرادون ڪٽي وڃڻ لڳيون.واڏا تہ ڪيس ڏسي رڳو پنهنجو عشق ٿي سائو ڪيو. پيار ۽ محبت جي ڪوماڻل سلي کي پاڻي ڏيڻ لاءِ محبوب جو ديدار لازمي هو. پر محبوب جيڪا نئين صورت وني آيو هو سا راڏا لاءِ ڏاڍي دلچسپ هئي. هو راڏا هوندي گهڻن سامهون پنهنجي منهن تان وار نہ هٽائيندو هو. راڏا ويلي هو وچان سينڌ ڪري ڪيس ٻن اکين سان ڏسندو رهندو هو. پر ساڻس ڳالهائيندو نہ هو. هو ڪنهن سان بہ نہ ڳالهائيندو هو. راڏا کي بيهر ڏسڻ ڪانپوءِ هن پنهنجي زبان تي تالو هٽي چڏيو هو. اهو ڪامياب نسخو هو. ڪجهہ ڏينهن بعد راڏا وٽس اهو بار بہ وني آئي جو منجهانئس ٿيو هو. وني تہ هو ظاهري طور دعا لاءِ آئي هئي پر اصل مقصد ڪيس ڏيکارڻ هو. ڪمني ٻار جي مٿي تي هٿ ڦيريندي راڏا ڏانهن ڏٺو. هن اشارن ۾ چيس "تنهنجو منهنجو آهي!" ڪمني مٿو لوڏي تائيد ڪئي. راڏا جا چپ تڙي پيا. ايئن درشن جي دري کلي پيئي.

ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ اوڏ ڪيس پنهنجن پکن ڏانهن وني ويا. هاڻ هو اوڏانهن ئي رهڻ لڳو. ڪوٽ نهندو رهيو. ڪمنيءَ جي فقيريءَ ۾ نکار ايندو ويو. نيٺ ڪوٽ نهي راس ٿيو ۽ اوڏ ڪنهن ٻي منزل ڏانهن سهڙڻ لڳا. اسان جي ڳوٺ وارن مان ڪنهن ڏٺو هڪ وڏن وارن وارو درويش صفت ماڻهو اوڏن جي لڏي واري قافلي ۾ راڏا جي پنيان هلندڙ گڏهہ تي لڏندو لمندو پئي ويو. هن کي ڪپڙا تہ صاف پاتل هئا. پر پيرن ۾ جتي نہ هئي.

# سِيگل، سمنڊ ۽ گيتا

سيگل کي خبر نہ هئي تہ هُو ڪڏهن ساڳئي گيڙو راجستاني پٿرن سان اسريل اُن ننڍڙي خوبصورت گهر ۾ موٽي ايندو جتي گيتا جا ٽهڪڙا، هُن جي نازڪ ڪنن جي ڊُهلڙين سان ٽڪرائجي ڪنهن ڪمزور ڇوليءَ جيئن اڌ ۾ ٽٽي پوندا هئا. بي ترتيب شهر جي ڀرپور آباديءَ واري علائقي جي هڪ سوڙهي ڳليءَ ۾ هُن لئہ وري بہ ساڳيو در کُليو هو جنهن جي تاڪن جي وچ واري وٿي سدائين هُن لئہ جهاتين ۾ هوندي هُئي. بہ اکيون ـ گول گول، معمول کان وڏيون ـ سندس ڇهري جي معصوميت ۾ ايئن وڃائجي وينديون هيون، جڻ تہ مينهن ڪٽينَ ۾ ڪا انڊلٺ جُڙي پوندي هجي.

سو زندگيءَ جي قيمتي اڄ وري ڪيس گيتا جي در تي اچي بيهاريو هو. ڪال بيل تي آڱر رکندي هُن جا هٿ ڏڪي رهيا هُئا. گهنٽي وڳي تہ دروازي مان آواز آيو: " ڪير؟" ـ هو اندر تهائين ڪنهن اٽلڪي ڪرنٽ ۾ ونجي ويو. سُوال جي مڌرتا، مَن جي وياڪلتا ۾ ليئو پائي اِهو چوڻ تي مجبور ڪيس تہ:"مان ـ سيگل!"

الائي ڪيتري عرصي کانپوءِ هُن پنهنجو نالو ڪنيو هو. هُن کي ياد آيو تہ هو جڏهن بہ وٽس ايندو هو تہ گيتا کانئس ساڳيو ئي سوال پڇندي هُئي، ۽ هو"سيگل " چئي اندر هليو ويندو هو.

دروازي اندريان آواز جي لمس هُن جي من ۾ هڪ ڀيرو وري اُن سدا بهار موسم جا گُل ڦلاري ڇڏيا، جنهن جي سُرهاڻ اڃا تائين ڪيس جيئرو رکيو پئي آئي. پوءِ دروازي جي وِٿيءَ مان ڳورڙن هٿن جو رنگو اولون ظاهر ٿيو. ٻن حجابي نيڻن جي چلڪي ۾ هُن هڪ وار ٻيهر جيئري رهڻ

جي تمنا محسوس ڪوي ورتي. دروازي جي اِها وِتي اچا جڏهن وڏي تي تہ هو اندر هليو ويو. هـُن ڏنو سامهون گيتا بيني هـُئي.

"اچو سر!" هـُن ڪيس مـُرڪي اچا بہ اندر اچڻ جي دعوت ڏني. سيگل ساڳئي ئي ڪمري جي ساڄي ڪنڌ ۾ رکيل نيٽ سان واٽيل اُن ڪـُرسيءَ تي وچي ويهي رهيو جتي ديوار سامهون گيتا جي ڦُل اِسڪيپ تصوير ٽنگيل هـُئي. هو گهڙي کن لئہ اُن تصوير ۾ گُم تي ويو.

ــ سمنڊ ڪناري چولين جي پسمنظر ۾ سائي، نيري ۽ پيلي گلابي پٽن واري چادر ۾ ويڙهيل گيتا. سامونڊي هوائن جي ڪينچل ڪان پنهنجن اُڏامندڙ اٽين وارن کي بچائي رهي هـُئي. سمنڊ، جنهن جو رڱو نالو ڪٽڻ سان دل لامحدود وسعتن ۾ ڦهلجي ويندي آهي، اُتي گيتا جا نيڻ قزاقن جي چالبازين ڪان ڏُور ڪنهن وٽجاري جي آمد جو اوسيئڙو اُٽي رهيا هـُئا!

عجيب ڪيفيتن ۾ نڪتل اِن تصوير ۾ هـُن جي جاميٽريءَ جا سڀ نڪت زندگيءَ سان ڀرپور وجود جي تشريح ڪري رهيا هئا. سيگل کي الائي ڇو اُن ويل ڪنهن ڪهاڻيءَ جي خوبرو نائڪ "ايلن" ياد آئي، جا سمنڊ پار رهندڙ محبوب جا سپنا ڏسندي بہ ڪنهن اٽلڪي خوف سبب پنهنجو شهر ڇڏي نہ سگهي هـُئي.

"ڇا گيتا بہ ڪو اهڙو سپنو ڏنو هو؟" هـُن تصوير تان نظر هٽائي پنهنجي پاڻ کان پڇيو. پر هو اُن ويل ڪو خاطر خواهہ جواب ڳولي نہ سگهيو.

پوءِ ڪنهن مهل دروازي جي چيرجڻ جو آواز آيو. هـُن ڪنڌ ورائي ڏنو تہ سـُمـَن پنهنجي نوٽ بـُوڪ سميت اندر داخل تي. سـُمـَن کان اڳ سرينهن جي گـُلن مان ڇٽندڙ خوشبوءِ جي هڪ رولاڪ ڇـَٽَ سيگل جي حواسن ۾ سـُتل سراب کي جاڳائي وِڌو، جنهن جي ڦڙتيءَ ۾ گيتا جي نگاهن جي تـِڪَ سمايل هـُئي.

سـُمـَن جيتوڻيڪ ميٽرڪ اچا مس ڪئي هئي، پر هـُن جو خيال هو تہ ڪاليج وڃڻ کان اڳ هـُن جو ذهن بلڪل تيار هجڻ گهرجي. هـُن شايد پنهنجي پاڻ کي دوکي ۾ رکڻ نہ تي چاهيو. انڪري هـُن کي بين

مضمونن سان گڏ ادب سان بہ دلچسپي هُئي. هُن سيگل کان ادب پڙهڻ تي چاهيو. پر هُواِن تي حيران هو."اِن عمر ۾ هوءَ ادب کي ڪيئن سمجهنديءَ" سيگل هڪ عجيب مونجهاري ۾ پئجي ويو.

"آخر گرامر ڇو نہ؟" هُن نيٺ تہ سُمَن کان پُڇي ورتو.

هُن ڊيرج وچان وراڻيو"گرامر تہ مان ديديءَ کان بہ سکي سگهان ٿي."

"ديديءَ کان ڇو؟"

"ديديءَ کان انڪري جو هوءَ اجڪلهہ ٽيوشن پڙهائي ٿي." هُن ساڳي معصوميت وچان وراڻيو.

سيگل جي خوشيءَ جي ڪا انتها نہ رهي. هو حيرت ۽ پيار مان ڏانهس ڏسڻ لڳو. گيتا ٽيوشن پڙهائي پئي.اِها سچ پچ تہ خوشيءَ جهڙي ڳالهہ هُئي. هُن جو پيُ مچي ماني وارو ضرور هو. پرگيتا جا ارادا ڏسي دل کي تسلي آيس تہ هوءَ "ديوارن" مان نڪرڻ تي چاهي. هوءَ چاهي ٿي تہ ڪنهن جي آڱرين کي جهلي دل جي دنيا آباد ڪجي. هوءَ آزاد ٿيڻ چاهي ٿي. هوءَ پنهنجن پيرن تي بيهڻ گهري ٿي. دل ۾ ڪيئي خيال آيس. پر گيتا جو مَن ڪيتي بيڻل هو. ڪيس خبر نہ هُئي.

هُن سُمَن کي ادب، اُن جي ڪارج، اِرتقا ۽ اُن جي تاريخي پسمنظر بابت ٻُڌايو. زندگي ۽ ادب جي سنجوگ بابت ڪيس ڄاڻ ڏني. ڪيس اِهو بہ ٻڌايائين تہ ـ هڪ تصوير اُها ٿيندي آهي. جا آرسيءَ ۾ ڏسبي آهي. ۽ ٻي تصوير مَن اندر جي آئيني ۾ جُڙندي آهي. جنهن جو حقيقي عڪس خود آئيني جي ارتقا. تبديلي ۽ تحريڪ جو سبب بڻبو آهي. ادب آئيني جو اُهو عڪس آهي جو پنهنجي شڪل تبديل ڪرڻ سان گڏوگڏ آئيني جي شڪلّ بہ تبديل ڪندو اچي ٿي وڌندو رهندو آهي. خود سيگل هڪ آئينو هو. هو پاڻ بہ تہ هڪ عڪس نهڻ واري حادثي ۾ وجود ۾آيو هو. هُن کي اِها بہ خبر هُئي تہ هُن جي روح ۾ رچيل رنگ ڪنهن جا آهن. ۽ اُنهن رنگن ۾ رچيل خوشبوءِ ڪنهن سمائي آهي. سوچيندي سوچيندي هُن جي

ذهن تي هڪ سوال اُڀريو:

”ڇا سُمَن گيتا جو پرتوَ تہ نہ آهي؟“

هو سوچ جي لوچ ۾ ٻُڏي ويو. پر سُتت ئي پاڻيءَ جي اُڃ ڪيس ساڳي دنيا ۾ موٽائي آئي. هُن پاڻي گهريو ۽ سُمَن اُٿي گهر اندر هلي وئي. هُن ٽڏو شوڪارو ڀري پنهنجي اکين تي هٿ ڏيئي ڇڏيا.

" ڪهڙي دنيا ۾ اچي نڪتو آهيان.“ هن دل ئي دل ۾ چيو "جتي خيالن ۽ ويچارن جي سچي تي پورڻ جو گُمان هرْ پل ڏينهوءَ جيئن ڏنگيندو تو رهي.“

هو سوچي رهيو هو. پر جڏهن هُن جون اکيون کُليون تہ هُن ڏٺو گيتا سندس سامهون گلاس پاڻيءَ جو جهليو بيٺي هُئي. گيتا ڏانهس پاڻي وڌايو تہ هو پريشان ٿي ويو. هُن هڪ ئي ساهيءَ ۾ سمورو پاڻي پي ڇڏيو.

”ٻيو سر؟“ گيتا پنهنجا نيڻ کڻي ڏانهس ڏٺو.

” نو، ٿينڪ يُو.“

گيتا گلاس رکي سندس سامهون ٿي ويهي رهي. هوءَ ساڻس ڳچْ عرصي کانپوءِ ملي هُئي، انڪري سمجهہ ۾ نہ ٿي آيس تہ ڇا ڳالهائي.

”ڪيئن آهيو سر؟“ گيتا ابتدا ڪندي پڇيس.

”بس، نيڪ آهيان.“

”الاهي وقت لڳائي ڇڏيوَ؟ ڪٿي هُيوَ سر؟“

"اِتي ئي ـ اِنهي شهر ۾. پاڻ کي مصروف رکڻ لئہ جيڪو ڪجهہ مليو پئي، ڪيم پئي.“

”مونسان رابطو بہ نہ رکيوَ؟“ گيتا ايئن سوال ڪيس ڄڻ تہ هوءَ ان عرصي ۾ ساڻس ملڻ چاهيندي هجي.

”مون وٽ تنهنجو فون نمبر جو نہ هو!“

”پاڻ وٽ فون نمبر نہ رکڻ واري قسم تہ نہ ٿوڙيوَ سر، پر بہ قدم ڀري اچڻ بہ پسند نہ ڪيوَ!“

هو هڪدم پريشان ٿي ويو. سمجهہ نہ ٿي آيس تہ ڇا چوي.

”اڄ بہ نياپي تي آيا هوندؤ؟“

”خالي نياپو بہ تہ نہ هو....؟؟“ سيگل هلڪڙو احتجاج ڪندي وراڻيو.

”تہ پوءِ؟“ گيتا جي اکين ۾ ڏوراپو پيپڙ بنجي پڙڪڻ لڳو.

”ڪجهہ يادون بہ تہ هيون.“ هُن ڏڪندي ڏڪندي وراڻيو.

”چڱو پيرمرڪيئَ يادن جو سر؟“

سيگل کي لڳو جڻ تہ ڪنهن متس ٽانڊا رکي ڇڏيا هجن.

”مونکي اندازو نہ هو گيتا....“ هُن پاڻيءَ جي گلاس ڏانهن وري هٿ وڌائيندي چيو.”شايد مرد هجڻ سبب مان تيئن محسوس ڪري نہ سگهيو هوندس. جيئن تو ڪيو هوندو.“

”توهان کي ڇاهي، سر. توهان تہ ـــ“ هُن ڪرب ۾ ڪنڌ کي هڪ پاسي جهٽڪو ڏيندي چيو.”توهان مرد مينهن جي واچڙ جيئن جنهن کي چاهيو ڀِڄائي هليا ويو. ڪنهن کي پاڻ سُڪائڻ لئہ انڊلٺ جيتري روشني ملي نہ ملي!“

”مان شرمسار آهيان. گيتا. مون توکي ڏک ڏنا ۽ اُنهن کي محسوس ڪري نہ سگهيس.“

”محبت جي دعـــويٰ ڪندڙ ايڪسڪيوز تہ ناهن ڪندا. سر. توهان خود ئي تہ سيڪاريندا هيئَ. سيڪاريندا هيئَ نہ. سر؟“

”يئس. سيڪاريندو هوس. سيڪاريندو تہ هوس پر ـــ آئون تہ وري بہ ڪمزور نڪتس. هار کائي ويٺس.“ سيگل جي دل ڀرجي آئي.”مون نہ تي ڄاتو تہ محبت چانڊوڪيءَ جو سفر آهي. جنهن کي مستقل روشني گهرجي. مان اِن سفر ۾ پوئتي ضرور هٽيو آهيان. پر ڀنهنجي قدمن کي روشنيءَ جي رستن کان الڳ ڪري نہ سگهيو آهيان. مون توکي وِساريو ناهي. گيتا! توسان گماريل گهڙين کان وڌ مان تو بابت سوچيندو رهيو آهيان. تنهنجا خواب ڏسندو رهيو آهيان. تنهنجي تمنا ڪندو رهيو آهيان. تون منهنجي ظاهري خاموشيءَ کي بيوفائي ڪوني نہ تي سگهين!“

گيتا جي وڏين خوبصورت اکين جي ناسي ڪٽورن وٽ گڏ ٿيل لُڙڪن ۾ الائي ڇو سچائيءَ جا املتاس ڦُٽي پيا. هوءَ اڃا روئيندي به مُرڪي پئي. پوءِ گلاس ۾ پاڻي لاهي اُن مان اڃا پاڻ پيئائين ۽ باقي اڌ سيگل ڏانهن وڌائيندي چيائين:

"هيءُ وٺو سر. باقي اڌ توهان لاءِ آهي. اڄ ڪانپوءِ سڄي پنيان ڊوڙندي، ڪڏهن اتفاق سان ڪري به پئو ته من ڪو پنهنجو اڌ توهان کي ياد اچي!"

سيگل ايئن ڇرڪ ڀريو ڄڻ ته ڪنهن سندس سيني ۾ وچي هٿ وڌو هجي. هُن جي پنهنجي ئي فلسفي هُن جي جهيڙيندڙ قوت ختم ڪري ڇڏي هُئي. هُن کي پنهنجي اندر جي دروازي جي چير مان، پنهنجي من آڳر جي ديوار تي وينل پکي ڦٽڪندي ساٽا ٽيندي نظر آيا.

# ڪيت _ روپ

”يونورسٽي وڃي، تو يار، دوستن کي تہ ڇا، پر ڳوٺ کي بہ وساري ڇڏيو آهي!“ اسڪول جي زماني واري منهنجي دوست محبوب خط لکي منهنجي اندر جي موسم ئي تبديل ڪري ڇڏي. مٿان منهنجن ”ڪامريڊ“ يائرن، جيڪي يونيورسٽين ۾ چاچن مامن جي نالن سان ڄاتا سڃاتا وڃن ٿا، نش نشان ڪري، تائر ساڙي ، پاڻ ۾ وڙهي، سميسٽر ملتوي ڪرائي وڌو. وي - سي ڪاوڙ ۾ اچي هڪ مهينو مادر علمي بند ڪرڻ جو اعلان ڪري ڇڏيو. ماحول کي ٿڌو ڪرڻ لاءِ ڇوڪرن کي هاسٽل بہ خالي ڪرڻ جو چيو ويو. اهڙي خبر اخبارن ۾ بہ ڇپي ۽ يونيورسٽيءَ طرفان وري نئين اعلان تائين شاگردن کي ڪلاسز بند رکڻ جو اطلاع بہ ڏنو ويو.

اهو منهنجو پهريون سيمسٽر هو. پر اهو بہ بنا امتحان جي مهينو اڳتي وڌي ويو. نتيجي ۾ ڳوٺ وڃڻ ڪانسواءِ ٻي ڪا واهہ نہ رهي. يونيورسٽي ڇڏڻ کان هڪ ڏينهن اڳ مان روپا سان مليس. هن ڳچ دير تائين مونکي قابو ڪري ڇڏيو. هوءَ جڏهن بہ مونسان ملي، مون پنهنجي پاڻ کي وساري ڇڏيو. ان ڏينهن بہ ايئن ئي ٿيو. پوءِ جڏهن گهر پهتس تہ خبر پيئي مان هن سان مليو هوس. ذهن جي ٽيٽيءَ ۾ سمايل يونيورسٽيءَ جا سڀ نشا چڪناچور ٿي ويا. مون پنهنجي بيگ کي وري گهر جي ڪنهن ڪنڊ ۾ اڇلائي ڇڏيو.

ڳوٺ پهچڻ تي خبر پيئي تہ بابا جي طبيعت بہ ڪافي خراب آهي. سو ان بهاني ڪيس نواب شاهہ جي هڪ سٺي ڊاڪٽر وٽ وٺي ويس، جتي ايڪسري ۽ الٽراسائونڊ جي ڇڪاس بعد انڪشاف ٿيو تہ کيس ٽي بي آهي. ٽي بيءَ جو ٻڌي مان ڏڪي ويس. پر بابا کي ذرو بہ الڪو ڪونہ ٿيو.

جيتوڻيڪ هر وقت نوانوي يا سؤ فارانهائيٽ ڊگريءَ جو بخار چڙهيل هوندو هوس، ان جي باوجود بہ هو ٻنين ۾ پيو ڪم ڪندو هو. ڪڏهن لين جا لاهہ پيو ڪيندو هو تہ ڪڏهن ڪک ڪانا پيو وڍيندو هو. سال ۾ هڪ پيرو موني مان ٻچرن يا ڪانين جي لاٽ آڻيندو هو جو مکيءَ جي ماڻهن ۾ وڪڻي پنهنجو پيٽ گذر ڪندو هو. ڪڏهن ڪڏهن مونکي بہ هڪ اڌ جوڙو ڪپڙن جو وٺي ڏيندو هو. سياري اونهاري ڳوٺ کان ٻاهر رهندو هو. جتي رهندو هو اُتي اوطاقڙي ناهي ويهي رهندو هو. الائي ڪٿان ڪٿان کان "ڳوناٺيون جنڙيون" ڳولي اچي لهنديون هيس. مٿن خرچ بہ ڪندو هو. هينئر ستر سالن جي عمر ۾ بہ هڪ دلگهري "داسڻ" رکيل هيس. جا پوءِ ڪراچي لڏي ويئي هُئي ۽ هو مهيني مهيني پيو ڏانهنس چڪر ڪندو هو.

مان جڏهن هاءِ اسڪول ۾ پڙهندو هوس تہ بابا سان ملڻ ضرور ويندو هوس. اتي اڪثر ڪراچي لڏي ويل هن جي ڪرستان سنگتياڻيءَ سان بہ ملاقات ٿيندي هئي. هوءَ سگريٽ پيئندي هئي ۽ بابا سان بي انتها پيار ڪندي هئي. مان ڪيس انين درجي کان سچاڻيندو هوس. مان رنگ ۾ تورو ڳورو هوس، انڪري مونکي "گورا" سڏيندي هئي. پنجابي هجڻ ڪري کلي چوندي هُئي:"ميرا پُتر ـ چِٽا گورا!"

ڪڏهن ڪڏهن بابا مونکي سندن ڳوٺ ۾ قائم اسپتال وٺي ويندو هو. اُتي جي انگريز ڊاڪٽرياڻي،جنهن جي چمڙي ڏونئري جهڙي اڇي هوندي هئي ۽ منهن ڪشميري صوفن جهڙو گلابي هوندو هوس، مونکي مالتا هلڻ جون صلاحون هڻندي هئي. ڊپ ۾ منهنجي دل ڇاهي جيئن سسي ويندي هئي.

ڪرستانن جو ڳوٺ، جو ان زماني ۾ بہ سؤ گهرن تي مشتمل هو. اسان جي ڳوٺ کان بہ ٽي ڪلوميٽر پري هو. جتي جو هر ماڻهو بابا کي سڃاڻندو هو.

بابا جي اوطاق تي مون لاءِ چٽن جي ڏال ۽ ڪٽڪ جو ٻوڙو پڪل هوندو هو. پٽاٽا، توريون، پيندبيون ۽ لوٽڪ بابا جون پسند جون ڀاڄيون

هيون. دال تہ چوويھ ڪلاڪ وٽس موجود هوندي هئي. مان اڪثر ڪيس ڪنگھندو ڏسندو هوس، پر صحت بابت ايترو شعور نہ هيم جو اڳواٽ ڪجھ ڪري سگھجي ها. بيو تہ گھر کان پري رهڻ ڪري نہ تہ امان کي خبر پوندي هئي تہ ڪو هو بيمار آهي، نہ وري منھنجي ڀائرن کي! سو پنھنجي منھن جھنگ ۾ پيو هوندو هو. بيمار ٿيندو هو تہ پاڻھي ئي چاڪ ٿي ويندو هو. يا ڪرسٽان ڊاڪٽرياڻيءَ کان، جنھن کي وڏي عمر وارا "سسٽر" ۽ نوجوان "مدر" سڏيندا هئا. گوريون وٺي کائي ڇڏيندو هو يا سُئي هڻائي ايندو هو.

بابا سگريٽ ۽ سلفيءَ جو موالي بہ هو. ڪڏهن ڀنگ يا ٺرو نہ پيتو هئائين. ميڊل يا پولو جا پاڪيٽ کيسي ۾ هوندا هيس. کيس ٽي بي ڪڏهن ٿي، کھڙي شئي مان ٿي، خبر پئجي نہ سگھي. پر ڊاڪٽر مونکي ٻڌايو تہ هُن جو هڪ ڦڦڙ بلڪل ختم آهي ۽ کيس علاج جي فوري ضرورت آهي. هُن دوا لکي ڏني ۽ چيائين تہ ٽي مهينا سيون لڳنديون ۽ هو ٺيڪ ٿي ويندو. ان ڏينھن کان اسان بابا جو علاج شروع ڪري ڏنو. کيس پابند بڻايوسين تہ هو جتي بہ هوندو، روز شام جو اسٽرپٽومائسن سئي ضرور لڳرائي ويندو ۽ اهو سلسلو اُن ڏينھن کان ئي شروع ٿي ويو.

ساڳئي ڏينھن رات جو مان پنھنجي پرائمريءَ کان هاءِ اسڪول تائين جي استاد سياڳي خان سان بہ ملڻ ويس. سائين سياڳو خان اِن ڪھاڻيءَ ۾ اُهو خاموش ڪردار آهي، جنھن مونکي يونيورسٽيءَ تائين پھچايو. اولاد نہ هجڻ ڪري هن منھنجي پٽن جھڙي مدد ڪئي. هو منھنجو محسن هو. مان، جيڪو اسڪول ۾ هوس ۽ مان جيڪو يونيورسٽيءَ ۾ هوس، سو هُن جي ڪري ئي هوس. هو تمام سادو ماڻھو هو. گھٽ خرچ، يار ويس، اوڙي پاڙي کي آڌي مانڊي ڪم اچڻ وارو هو.

منھنجي اچڻ تي هو ڏاڍو خوش ٿيو. ملڻ کان اڳ، ٿورو وٽيرڪو جھلي پڇيائين، "ڪيئن، خرچ پکو تہ پھچئي پيو نہ؟"

"جي، سر." مون نوڙي سندس پيرن کي ڇھڻ چاهيو پر هن مونکي ڏوئرن کان جھلي، ڇڪي ڪٽي ياڪرن ۾ ڀريو.

شروع شروع ۾ مان جڏهن يونيورسٽي پئي ويس تہ هن مونکي بينڪ اڪائونٽ کولڻ لاءِ ڪجهہ پيسا ڏنا. جن سان مون پنهنجي نالي جو کاتو کولرايو. هو هر مهيني پگهار تي مونکي پندرهن سؤ موڪلي ڏيندو هو. هو چوندو هو تہ "It is my love for my dream child!" مان هـُن جي خوابن جو پٽ هوس. خيالن ۾ خوابن ۾ ساڻس ڳالهائيندڙ ٿهڪڙا ڏيندڙ! مان رڳو هـُن جي آئت هوس. هـُن جي اندر ۾ ٻار جي خال کي وڏي تيڻ کان رڳو روڪيو بيٺو هوس! مان ڪڏهن بہ هـُن جي گهر واريءَ جو ٻار تي نہ سگهيس، توڙي جو هوءَ مونسان هڪ ماءُ جيئن محبت ڪندي هئي. ٻنهي هٿن سان منهنجي ڳلن کي ڇهندي هـُئي، مٿي تي چـُمي ڏيئي چوندي هئي،"پٽڙا، پڙهي وٺ. متان ڪنهن جي ڪم اچي وڃين!"

گهٽ ڳالهائيندي هئي. مونسان پوڳ چرچا بہ ڪندي هئي. چوندي هئي تہ "خبر ٿئي تہ تون منهنجو سياڳ آهين؟" مان پريشان ٿي ويندو هئس ۽ پڇندو هومانس تہ "اُهو ڪيئن؟" تہ چوندي هئي: "تون نہ هجين ها، پٽ، تہ سياڳو منهنجي لاءِ اياڳو ٿي پوي ها."

مان ڪلي پوندو هوس. هن جو اشارو ہي شاديءَ ڏانهن هوندو هو. ڪڏهن ڪڏهن مونکي ڪاوڙ ايندي هئي پاڻ تي. مان سائين سياڳي جي اندر جي ارمانن آڏو پاڻ کي رنڊڪ محسوس ڪندو هوس. پر اهو سوچي تہ هـُن بہ ٻار ٻيا بہ پنهنجا ڪيا آهن، خاموش ٿي ويندو هوس.

سائين اڄ ڏاڍو خوش هو. مون کان يونيورسٽيءَ جا حال احوال پڇڻ لڳو. "يلا، ٻيو ڪو احوال؟" هن جو اشارو منهنجي ذاتي زندگيءَ ڏانهن هو.

مان ڪلي پيس.

"ظاهر آ تہ نوجوان آهين. سوچيندو تہ هوندين؟"

"پهريان پڙهائي، پوءِ ٻيون ڳالهيون." مان لڄارو ٿي سدائين جئين هينئر بہ ساڳيو جواب ڏيئي جان ڇڏائي ويس. رات جو مونکي رڌڻ جي ڪير جي چانهہ پياريائين _ گهاٽي مائي جهڙي، سائين هاڻ پڪو گهر بہ نهرائي ورتو هو. بہ اناس ٻنيءَ جا بہ هيس، جيڪي سندس ياٽنيا پوکيندا هئا. دلبر

ماٺهو هو! هر سال ساريون پوکرائيندو هو. ايڪڙ کن تہ ڳاڙهن رتڙن جو بہ ڪهرائيندو هو. فصل لهندو هوس تہ پاڙي جي رنڙ زالن، يتيم ٻارن، ۽ شاگردن جي دل کولي مدد ڪندو هو. خاص ڪري مائي منان لاءِ ڏاڍو فڪرمند رهندو هو. ڳوٺ کان ٿورڙي فاصلي تي منان جي ماءُ پيءُ جو ڳوٺڙو هو. چار ايڪڙ زمين جا بہ هين. هو اُن ۾ گهر ٺاهيو ويٺا هئا. منان جي بدقسمتي اِها هوندي هُئي جو هُن کي اڪثر طلاقون ملنديون هيون. جيڪو سائس شادي ڪندو هو، ڇهين مهيني ڇڏي ڏيندو هوس. هوءَ بہ عدت پوري ٿيڻ کانپوءِ نئين گهوٽ لاءِ واجهائيندي هُئي. هُن کي ٽن مڙسن مان درزن کن ٻار هُئا، جيڪي سدائين ٽپالن ۾ هئا. جن مان بہ سائين سياڳي جي سنيال هيٺ هئا. هڪڙو پنجين ۾ پڙهندو هو تہ ٻيو ٽائين ڪلاسّ ۾. ٻيا ڏِکن ٽاٻن ۾ هُئا. ڪڏهن پيءُ وٽ تہ ڪڏهن ماءُ وٽ. ۽ هيءُ هُئي جو مرد ڪانسواءِ هڪ ڏينهن بہ گذارڻ ڏکيو هوس. منان لاءِ تَر جي ماين ۾ دلچسپ قصا مشهور هئا. هوءَ بہ وات جي کُلي هُئي. زبان تي جيڪي چڙهيس، چئي ڏيندي هئي. هُن جو هڪڙو جملو، جو ڪنهن ساهيڙي سان سور سليندي چيو هئائين، ڪيس ڏسي هر ڪنهن کي پيو ياد ايندو هو.

"نر نہ هجي، تہ منهنجو هي جُسو مونکي ڪائي وجي!"

عجيب مائي هُئي. مون بہ ڏٺي هُئي. شادي بابت هن جا خيال روحاني، سماجي يا مذهبي لاڳاپن وارا نہ هئا. پر نج حياتياتي علم تي ٻيڙل هئا. هوءَ مرد کي سڏيندي ئي " نر" هئي ۽ عورت کي "مادي"!

هن تي آخري ٽن مردن (مڙسن) ڏاڍو ظلم ڪيو هو. پر پوءِ بہ هوءَ سندن ساراهہ ڪندي هُئي. هُن جو هڪڙو مڙس، پناڻ جي ٽال تي ڪم ڪندو هو جو سڄو ڏينهن ڪاٺيون ڏاريندو هو. تنهن ڪيس سٽيءَ جي رسي سان ٻڌي تي ڏينهن مار ڏنس. هُن جي مُرن وٽ رسي جي وِڍن جا نشان ڪنگڻن جي گهيرن جيان نمايان ڏسبا هئا. مزي جي ڳالهہ تہ مڙسن جي مار کائيندي رهندي هئي پر پاڻ سندن گهران ڪڏهن بہ ڪونہ ڀڳي. اُلٽو سيني ٽڙي ڪيدي ڇڏيس. هن وقت تائين ٽن مڙدن جون مانيون پچائي چڪي

هُـئي ۽ چوڻين لاءِ سرگردان هئي.

مناان ڪم ڪار ۾ مڙني کان مٿيري هئي. ڳوٺ جون مايون اڪثر رلهيون ڳانڍڻ، سوڪڙيون نهرائڻ ۽ گگها سبرائڻ، سيپ ڪچو پڪو ڪرائڻ، گاهه پني تي وٺي وڃڻ، چونڊي رونبي ۽ لائي لاباري ڪرائڻ ۽ ڪمند وڍرائڻ جهڙا ڪم وٺنديون هيس. ڪنهن کان بہ ڪنڌ ڪونہ ڪيائيندي هُـئي. مايون اڪثر هُـن اڳيان پاڻ کي ڪمزور پائينديون هيون. چو تہ هوءَ مردن بابت هنن کان وڌيڪ ڄاڻندي هئي. هُـن وٽ ڪئين قصا هئا. هڪ تہ هن جو منهن مرداڻو هو، مٿان ڪاڏيءَ تي بہ تي ٽلها وار هُـن جي چهري جي رونق هئا. مڇن جا وار بہ ٻين عورتن جي ڀيٽ ۾ وڌيڪ اُڀريل ۽ پليل هئس. هلڪڙين ڪکين مُڇن جي ڪري ڪي وري "منان، مڇن واري" سڏيندا هيس.

"منان ڪهڙي؟"

"آئي،اڙي،اِها مڇن واري!"

اهي ۽ ان جهڙيون ڪيئي ڳالهيون سندي ذات وارن ۾ گردش ۾ هئس. سائين سياڳو خان چوندو هوس تہ "ڪو شريف مڙس ڳولهي ويهي رهہ! بارڙا ڄڻيو تاريو ڇڏين، گناهہ ٽيندءِ!"

سائينءَ کي وري عجيب ست سُريون ٻڌائيندي هُـئي. "پاڻ کي تہ مولا ڪونہ ڏنئي، ٻين کي ٿو روڪين! ڏس، ماستر، تون تہ هڪڙي تاريءَ تي وينو پنهنجو رَسُ چوسين! اتان اُڏر تہ گلڙن جي خبر پوَئي!"

سائين سياڳو ويهي مونکي هن جون ڳالهيون ٻڌائيندو هو. سائين جي عمر هاڻي گُلڙن جي واس وٺڻ جي نہ رهي هئي. هن جو ارادو هو تہ رٽائرمينٽ وٺڻ کانپوءِ پنهنجي علائقي ۾ هو هڪ اسڪول کوليندو، جتي انين درجي تائين تعليم ڏني ويندي. اُن سان گڏو گڏ هو هڪ هاسٽل بہ نهرائيندو، جتي يتيم ۽ پري پري جا شاگرد رهندا ۽ هو پنهنجي زمين جي ٽڪڙي جي پئداوار مان هنن جي ماني ڳيي جو بندوبست ڪندو رهندو.

رات جو ڏهين وڳي مان سائين سياڳي کان موڪلائي پنهنجي ڳوٺ هليو آيس. ڦوتهڙي جي رُت هـئي. ڏينهن پورو پُـنو ۽ راتيون ٿڌيون

هيون. مونکي روبا رکي رکي پئي ياد آئي. هن جي وجود جي خوشبوءِ منهنجي حواسن ۾ رچي وئي هئي. عجيب ٻڪل سنگ جهڙي مست ڪندڙ خوشبوءِ! اُن رات جنهن انداز سان هُن منهنجا بوسا ورتا هئا، منهنجي رڳن ۾ ان هر هڪ گهڙيءَ جو تاثير اڄا به ول ۾ بيٺل ميوي جيئان تازو هو.

صبح جو منهنجو اسڪول واري زماني جو دوست محبوب آيو جو مونکي والي بال ميچ کيڏارڻ لاءِ پنهنجي پراڻي هاءِ اسڪول گرائونڊ تي وٺي ويو. جتي منهنجن پراڻن دوستن سان ملاقات ڪرايائين. سڀ ڏاڍا خوش ٿيا. مونکي سينٽر کيڏايائون. سامهون شاهپور چاڪر جي ٽيم هئي. جڏهن به رانديون اسان کٽي وياسين ته هو ويچارا مايوس ٿي ويا. ٽين راند هنن کٽي ته سندن مکڙن تي مُرڪ موٽي آئي. راند جو فيصلو ته ٿي چڪو هو پر وري به منهنجي صلاح تي بيسٽ آف فائيو کيائون. مون سينٽر چڙهيو ۽ هڪ هڪ تي برابر ٿياسيون. پوءِ رات دير تائين هوٽل تي ويٺا رهياسين.

مونکي دوست روز شام جو شام ان گرائونڊ تي پريڪٽس لاءِ کڻي وڃڻ لڳا. مان به روز وٽن وڃڻ لڳس. ان دؤران مون ساڻن گڏجي به ٽي مئچون بيون به کيڏائي ورتيون، جن مان هڪ هارائي وياسين ۽ به کٽيون سين. مونکي بيحد خوشي ٿي ته منهنجا پراڻا دوست ساڻي والي بال راند کي جيئن جو تيئن قائم رکندا پئي آيا، ۽ ڪيترائي نوجوان رانديگر تيار ٿي چڪا هئا. اهڙي نموني يونيورسٽيءَ جي طلسماتي ماحول سان گڏو گڏ منهنجو رابطو هڪ ڀيرو وري پنهنجي ڳوٺ، شهر ۽ علائقي سان جُڙي پختو ٿي ويو.

ڪجهه ڏينهن گذريا. بابا تي اچانڪ فالج حملو ڪيو. کاٻڙ پيئڻ بند ٿي ويس. مٿان هڪ سؤ چار تي بخار! ساهه جي نڙي به سوڙهي ٿي ويس. پهريان ته دوا وٺي آياسين. اڄا هليو چليو پئي. پر دوا دارون دوران بيماري ٻيو حملو ڪيس. کٽ تي ڍيري ٿي پيو. شام تائين سڪرات وٺي ويس. رات جو گذاريءَ ويو. صبح جو مٽي هينيان هليو ويو. زندگيءَ سان ڳنڍيل هڪ باب هٽ روڙي، دل ڦٽي ۽ ذهن وزني ڪري هليو ويو.

مٽ مائٽ ۽ يار دوست آيا. مالڪ جي مرضي چئي هليا ويا. سائين

سياڳو ڪيترائي ڏينهن تڏي تي ويٺو رهيو. مونکي دلگير ٿيندي ڏسي چوندو رهيو "دل نہ لاهجان، مان ويٺو آهيان نہ!"

سائين سچ ٿي چيو. هو برابر مون لاءِ بڙ جي ڇٽ جهڙو گهاٽو ڪڪر هو. وسندو بہ هو تہ ٿڌڙي هوا بہ ڏيندو هو. پل ۾ سانوڻيءَ تہ پل ۾ بهار بنجي ويندو هو. هن جي وجود ۾ نہ هاڙهي جو تئہ هو تہ نہ پوهہ جو پارو. هو زرخيز مٽي جيئان سدا بهار هو. اهڙي ڏي هوندي بہ لڳو ٿي تہ ڪجهہ ڦرجي ويو آهي، قافلو ڪٽي رهجي ويو آهي.

ان وچ ۾ روپا جو خط پهتو. لکيل هو:

"تنهنجي ڏک ۾ شامل نہ ٿي سگهڻ جو ڏاڍو ڏک اٿم. منهنجا ڪبوتر ضرور تو تائين پهتا هوندا. ڇو تہ جڏهن کان خبر پئي اٿم تہ تنهنجو والد هاڻ توسان گڏ نہ رهيو آهي، منهنجي وجود جا ڪڏا خالي ٿي پيا آهن. سڀ ڪبوتر اڏامي ويا آهن. تڏي تي ويٺل تنهجي استاد سان منهنجو ذڪر ضرور ڇيڙجان. جيئن ئي ڪاڪي جي اڏامڻ جي خبر پيئي تہ ڄامشورو پل تي نڪري ويس. هڪ پاسي درياءَ ۾ واري هئي تہ ٻئي پاسي پئسن وارن جو پاڻي پئي وهيو. منهنجي دل کي ڏڪ لڳو تہ ڪو آهي جو درياءَ ۽ سمنڊ کي ملڻ نٿو ڏئي! ڪو آهي، جاني..... ذهن ۾ رکجان!"

مون خط پڙهي سائين سياڳي ڏانهن وڌائي ڇڏيو. هن خط پڙهي ٿڌو ساهہ پريو. مون ڏي ڏٺائين تہ اکين مان لڙڪ لڙي پيس. لوٽيانا گرم لڙڪ. دل ۾ هڏڪي وجهندڙ ڪا سار ذهن تي تري آيس. ڏنڌلي، جنوريءَ جي ڪوهيڙي جهڙي سار. ڳيرن جي ڳٽرڳو جهڙي! سائين سياڳي ڏي ڏسي مونکي الائي ڇو چانڊوڪيءَ ۾ چاڙهيڪن تي ويٺل تتر ياد آيا. ڪٽڪ جا آنيونءَ پٽيندڙ منو ياد آيا. انبن ۽ ٽالهين جي ٻورن ۾ پيار جون ٻوليون ٻوليندڙ منو. مارچ ۽ اپريل ڏاران سرينهن ۽ گدامڙيءَ جي گهاٽن ساون جهڳٽن ۾ ويهي پاڪيون پائيندڙ ڪانگ هانءُ تي هرڻ لڳا.

خط پڙهي سائين ڪابہ راءِ نہ ڏني. مان سمجهي ويس تہ هن مونکان ٻڌڻ ٿي چاهيو. پر مون خاموش رهي، هن جي ذهن ۾ جوش ڪائيندڙ سوالن

کي برف ٿيڻ کان بچائي ورتو.

بابا جي ڪرستانڻ ساهيڙي دعا لاءِ آئي. ملول هئي ويچاري، امان سان ملي. ڳوٺ وارن سان ملي. گهڻيءَ ٻاهريان مونکي ڳلڪڙي پائي روئڻ لڳي.

"بس، رب دي مرضي!" هن پنجابيءَ ۾سڏڪو پريندي چيو.

مان سمجهي ويس تہ ان حادثي هن جا بہ ڪيئي تعلق هُڦ ڪري ڇڏيا. بابا سان گڏ، جا موسم هن جي هئي، سا هاڻ ڪڏهن بہ نہ اچڻي هئي. هن جي دل جي پنل ڪيتن ۾ هاڻ ڪا هبڪار نہ ٿيڻي هئي. هوءَ هلي ويئي. ڏينهن جي پهرين پهر جي ڌنڌ ۾ گم ٿي ويئي.

منان آئي. گهر جي آڳر تي امان کان ٿورو پري جهلي مونکي چيائين،"مان عورت آهيان. مونکي خبر آهي تہ مرد جو مرڻو وڏو حادثو آهي." هن امان ڏي نهاريندي، منهنجي ويجهو ٿيندي، ڪن ۾ چيو تہ "تنهنجي ماءُ اها ڳالهہ نہ سمجهندي، مرد جو مرڻو انڪري وڏو حادثو آهي تہ هو ڪيڙي ٿو. هو زمين چيري ٿو ۽ ان ۾ ٻج ڇٽي ٿو. پوءِ انتظار ڪري ٿو. اها ذميواري هاڻ توتي آهي، پٽ! هاڻ تون بہ ٻني ٻاري وارو ٿي. ريج ڪر ٻج ڇٽ ۽ کيت جو مالڪ ٿي."

منان منهنجي اندر هر جي منيي کي قابو جهلي بيهندڙ هاريءَ کي جاڳائي وڌو. مون هن کي روپا بابت ٻڌائڻ مناسب نہ سمجهو. پر يونيورسٽي وڃڻ کان اڳ مون پهريون ڀيرو سائين سياڳي کي ٻڌايو تہ "مون روپا ۾ ڇيٽ پوکيو آهي!"

# گول گول گوگول

سونيءَ جو گهر هڪ ننڍڙي باغيچي مثل هو. بربلن ۾ بين ديسي پکينّ جي جنت جهڙو. درياءَ جي هن پر، وڻن جي گهاٽي جهڳٽي ۾، هڪ خوبصورت ننڍڙو بنگلو هو جنهن جي چوڌاري ڪنڊن واري تار جو لوڙهو ڏنل هو. هن کي پنهنجي پيءُ وانگر پکين ۽ وڻن سان بيحد پيار هو. هوءَ طبيعتن فطرت پسند هئي. سندس پيءُ رٽائرڊ اِريگيشن عملدار هو. کيس خدمتن عيوض اجا تائين پراڻي اريگيشن بنگلي مان بيدخل نہ ڪيو ويو هو.

ڪوٽڙي بئراج ٺهڻ کان ڪجهہ سال اڳ درياءَ جي ريماڊلنگ دوران ئي انگريز انجنيئرن هن کي پنهنجي سروي ٽيم ۾ ڪٽي چڙيو هو. ان وقت هن جي عمر سترنهن سال هئي. هو ڪچڙو نوجوان هو. اجا ڏاڙهيءَ جي پر بہ ڪانہ آئي هئس جو هو درياءَ بادشاهہ جي ڊيوٽيءَ ۾ لڳي ويو هو. درياءَ، اهو اڄ وارو سنڌو درياءَ نہ هو، جنهن جي ”قتل“ جون خبرون اڄ اسان پنهنجن شهيدن جيئن پڙهندا آهيون. تڏهن درياءَ دولهہ دريا خان جهڙو هو. هوشو هيمو ۽ هالار جهڙو هو ۽ سورهيہ بادشاهہ جي للڪار جهڙو هو. هن جون ڇوليون سمنڊ جي موجن سان ٽي ڪيڏيون. توپن جي ڌڌڪن ۽ وڄ جي ڪڙڪن جيئن ٽي گونجيون.

درياءَ جي خيرپور واري پاسي کان هو ڪڏهن ڪڏهن انگريزن سان حرن جي چڪرين جون خبرون بہ ٻڌي ونندو هو. نہ تہ اڪثر هو ان جي ٻنهي پاسن کان پيو بيخوف خطر هلندو هو. سونيءَ جي ماءُ کي بہ هُن درياءَ جي هڪ ننڍڙي پيٽاريءَ تان هٿ ڪيو هو. سونيءَ جي شخصيت تي ماءُ ۽ پيءُ، ٻنهيءَ جو گهرو اثر هو.

هن کان پنهنجي پيءُ متعلق ڳالهيون ٻڌي،دل ساڻس ڪچهريءَ لاءِ سڪون ڪائيندي هئي. ريٽائر ٿيڻ کانپوءِ به هو هڪ مشوراتي ڪمپنيءَ ۾ ڪم ڪندو رهيو هو ۽ سال ۾ هڪ پيرو ڪيميرا کڻي ڪير ٿر،ڪارونجهر ۽ مکيءَ جي ڍنڍين ڏانهن به نڪري ويندو هو. هن جي ان سيلاني طبيعت جي اثر ڪري مونکي به سونيءَ سان گڏجي منڇر،ڪينجهر،هاليجي ۽ سمنڊ ڏسڻ جا موقعا مليا هئا.

پوءِ هڪ ڏينهن سونيءَ جي بيحد اصرار تي، قسمت مونکي ڪاڪي ساوڻ جي گهر گهلي آئي. دل ۾ هڪ اميد پيدا ٿي ته متان هن سان ڪا اوچتي ملاقات ٿي به وڃي! پر بدقسمتيءَ سان ائين ٿي نه سگهيو.

سونيءَ سان گڏ هن جي گهر ڏانهن اهو منهنجو پهريون سفر هو. اتي پهچندي ئي هوءَ مونکي ٻاهر باغيچي ۾ ڪڪن جي هڪ موڙي تي ويهاري پاڻ گهر اندر غائب ٿي ويئي. مون پنهنجي نظر چوڌاري پکيڙيل، هوا جي هلڪڙن جهوٽن تي جهولندڙ ٻوٽن ۽ وڻن تي وڌي ته دل خوشيءَ مان ٻهڪڻ لڳي. ڪنهن سني ماليءَ کانسواءِ اهو ممڪن ئي نه هو ته سوني ۽ هن جو خاندان اهڙو باغيچو پاڻ وٽ رکي سگهن ها. باغيچي سميت اڌ جريب جي ايراضيءَ تي اڏيل هنن جي گهر اندر هڪ ئي خاندان جا پنج ڀاتي ٿي رهيا. هڪ عدد نوڪر پڻ رکيل هون، جيڪو باغيچي جو مالهي هو جنهن جو ڪم هو: موسم آهر وڻ رکڻ، ڇٻر لڳائڻ، گل ٻوٽا پوکڻ،گـُڏ ڪڍڻ ۽ کين پاڻي پيارڻ. هو بازار وڃي سيدو سامان به وٺي ايندو هو.

گهر ڀاتين ۾ سونيءَ جو پيءُ ساوڻ (جو هاڻ سونيءَ جي چوڻ مطابق گهڻو پوڙهو ٿي چڪو هو)، دلاور (سونيءَ جو انجنيئر ڀاءُ)، سوني، سهڻي ۽ سندن ماءُ شهزادي، سڀئي حال حيات هئا. هُن جو چوڻ هو ته"اسان هڪ مڪمل خاندان آهيون. اسان کي ڪير به الڳ ڪري نٿو سگهي." جيتوڻيڪ هن کي اهو حق هو ته هوءَ ائين چئي، پر مونکي نٿي لڳو ته هنن جي خانداني تاريخ ڪنهن وڻ جي شجري جيئان هئي.

ڪجهه دير بعد شايد هن کي ياد آيو ته هوءَ باغيچي ۾ ڪا شيءَ ڀلجي

وئي هئي، ۽ جڏهن پنهنجن هٿن جا هٿ واپس هٽ ڪرڻ لاءِ باغيچي ڏي مڙي ته مونکي پنهنجي جاءَ تي نه ڏسي هڪدم سڏ ڪيائين. هن جو وڻندڙ دل لڀائيندڙ آواز وڻن ڇاٽي ڪٽي مون تائين پهچايو. مون پريان باغيچي جي ڪنارن سان پوکيل وڻن کي ويجهو وڃي ڏسڻ تي گهريو جتان پکين جي ٻولين اڏري درياءَ جي پاٽيءَ کي تي لوليون ڏنيون. مون ڏٺو ته باغيچي جي اولهندي ڪناري سان پوکيل زيتونن مان ميوا خوشبوءِ تي اڏامي چڪا هئا. هينيان ڇٽيل پنن وچان ننڍڙن پتڪڙن زيتونن منهنجي نظرن سان تي چلولايون ڪيون. مان هڪدم اتان موٽي آيس.

جڏهن سونيءَ جي ويجهو پهتس ته پڇيائين، "ڇا پئي ڏٺئي؟"

"ڏٺم پئي ته ڪيئن نه گدامڙيءَ جي وڻن پنهنجي وجود ۾ اجا تائين پرسال وارا ڪانگن جا آکيرا سنڀالي رکيا آهن. هو ڪونوڪارپس جي ننڍڙي وڻ ۾ ڪارڪٽيءَ جو آکيرو اجا به سڄو بينو آهي. پريان بيد مشڪ جي سگهي بيلنگهه ۾ سرڻ جو گهر به ڏسي آيو آهيان."

"اهي سڀ پکي بابا جا دوست آهن. اڄ هو گهر ناهي، نه ته مان توسان ضرور ملايان ها. هو رات ڏينهن پيو انهن جي سيوا ڪندو آهي." هوءَ اوچتو پنهنجي جهوني مهمجُو پيءُ جي تعريف ڪرڻ لڳي، "چانهن پي وٺ ته توکي اجا اهو وڻ ڏيکارڻو اٿم. جيڪو بابا تمام گهڻي محنت سان نپائي وڏو ڪيو آهي، جنهن جو ميوو "گول گول گوگول" اهڙو ته منو آهي، جو تو ڪڏهن چکيو به نه هوندو. چون ٿا ته اهو ڏاڏي آدم سان گڏ الله سائين زمين تي لاٿو هو!"

"گول گول گوگول؟" مونکي ميوي جو نالو ٻڌي حيرت وٺي ويئي. گنيپرتا مان پڇيومانس، "چرچو ته ڪونه ٿي ڪرين؟ مون ته اهڙي ڪنهن ميوي جو نه ٻڌو آهي، جيڪو ڏاڏي آدم سان گڏ زمين تي لٿو هجي؟"

"بس آهي!" سوني مسڪرائيندي، شرارت واري انداز سان چيو.

"واقعي ئي ڪو اهڙو ميوو آهي ڇا؟"

"آهي، آهي." سوني پنهنجي ضد تي قائم رهندي چيو.

"جي آهي تہ پوءِ ضرور چکبو."

منهنجي ان چوڻ تي هڪ ننڍڙو واڇوڙو هن جي چپن کي هوا جي هٿن سان ڇهندو باغيچي جا پن اڏائيندو کيس حيرت ڏياريندو اڳتي وڌي ويو. سوني پنهنجي رئي کي سنياليو ۽ هڪ عجيب اجنبي مرڪ هن جي اندر مان ڪر کڻي هن جي چپن مٿان ليٽڻ لڳي.

ايتري ۾ گهران، سندن نوڪر نواب علي بہ چانهن کڻي اچي حاضر ٿيو. سونيءَ پنهنجي پيءُ جي اٽينڊينٽ نواب عليءَ جو ذڪر اڪثر ڪندي رهندي هئي، جنهن هاڻ گهر جو نوڪر تي ڪم تي ڪيو. ريٽائرمينٽ کان پوءِ جيتوڻيڪ هو بہ جهونو ٿي ويو هو پر پورهيت هجڻ ڪري هن جي لڳن ۾ اجا بہ لوهہ سمايل هو. ڪاڪي نواب علي چانهن ٺاهي اسان ٻنهيءَ جي سامهون اچي رکي.

"بس تون هاڻ هل." سوني عجيب بيچينيءَ وچان نواب عليءَ کي چيو. جو ٻئي هٿ ٻڌي سندس سامهون بيهي رهيو هو. هو "اڇا بيبي" چئي فورن هليو ويو.

"هن کي هاڻ آزاد ڪري ڇو نٿا ڇڏيو؟"

مونکي الائي ڪيئن خيال آيو تہ نواب علي جهڙوڪر قيد ۾ هجي. اجا بہ پورهيئي هن جي جان نہ ٿي ڇڏي. هن کي هاڻ رليف کپي. اسٽيٽ رليف. پورهيت فرينڊلي اسٽيٽ رليف!

"بابي جي باغيچي جا سڀ پکي آزاد آهن." سوني چيو "نواب عليءَ جي زال بہ اسان وٽ آهي. جهڙوڪر اسان جي گهر ياتڻ آهي. هنن کي اولاد ڪونہ ٿيو. بابا هن کي ياءَ ڪيو. وي آر آي وَن فيملي. يار! هيءُ ان عمر ۾ ڪيڏانهن ويندو؟"

سوني چانهن جا گرم گرم سِپ پريندي، بي حجاب منڙيون منڙيون ڳالهيون ڪندي، مونکي لاجواب ڪندي ويئي. مون نواب عليءَ جي شڪل کي بيهر ذهن ۾ آندو. هو مونکي الائي ڇو ڪجهہ منجهيل منجهيل ٿي لڳو.

"نواب علي پنهنجي دؤر جو مشهور ناڪئو هو. جڏهن کان درياءَ کي

سُڪايو ويو آهي. تڏهن ڪان ناڪئا ماضيءَ جي قصن ۾ زندگي بسر ڪرڻ تي مجبور آهن." سونيءَ جي چوڻ جو انداز بدلجي ويو. منهنجي. دل ئي دل ۾ ڪاڪي نواب عليءَ جي ڪردار ۾ دلچسپي وڌڻ لڳي.

"هڪ پيرو جو اسان وٽ آيو. اهو اسان جو ئي ٿي رهجي ويو!"سوني ڏور باغيچي جي پٺي چيڙي ڏانهن گهوريندي الائي ڪنهن سان مخاطب ٿيندي چيو. مون پنهنجي باهريان هن جي وجود جو هلڪڙو گهيرو اڀجندي محسوس ڪيو.

اسان باغيچي جي جنهن ڪنڊ ۾ ويٺا هئاسين. تنهن جي پٺيءَ پاسن کان ليمن جا گهاٽا وڻ پوکيل هئا. ٻه ڪارا ايراني بربلا اچي سامهون ليمي جي هڪ ٽاريءَ تي ويٺا. منجهن بيچين روح هجڻ ڪري هنن بار بار ٽپ ڏنا. پڇ لوڏي. ڪنڌ ساجي کابي موڙي. بوليون ڪري، هنن جڻ ته سونيءَ کي پاڻ ڏانهن پٺي سڏيو.

"مان سنڌ جي بربس تي هڪ آرٽيڪل لکڻ چاهيان ٿي."سوني انڪشاف ڪندي چيو."تون ان ڏس ۾ منهنجي ڪهڙي مدد ڪندين؟"

جيئن ته مون ان ويل بربلن ڏانهن پٺي ڏنو. انڪري چيومانس ته"مان توکي ٻڌائيندس ته سنڌ ۾ بربلن جو خفت چا ٿيندو آهي. مان توکي اهو به ٻڌائيندس ته درياءَ پکين لاءِ ڪيئن اهم آهي!"

سونيءَ جي چهري تي سترنگي پوپٽ اڏامڻ لڳا. هن مسڪرائي مون ڏانهن ڏٺو. منهنجي دل ۾ مگر ۽ مهڪي پيو.

چانهن جواهو منهنجوآخري ڍُڪ هو جو مون باغيچي جي اترئين ڪنڊ ۾ ليمن ۽ انگورن جي جهڳٽن وچ ۾ اونڌي پيل هڪ ٻيڙيءَ تي نظر پوڻ کان اڳ پريو هو. چانهن جي ان آخري ڍڪ جي مزي ۽ ٻيڙيءَ جي ان انوکي انداز مونکي سڄ پيچ ته موهي وڌو هو. مونکي ڪا گهڙي ناڪئو نواب علي ياد آيو. سڙهه تاٽيل ٻيڙيءَ ۾ ويٺل، جا اپي سير کي چيري ٿي مٿي چڙهي. چا ڪاڪو نواب علي درياءَ جي جوين جو ديوتا هو جو ريٽي جر جي جولانين مان ٿي مٿي اپريو؟

اونڌي پيل ٻيڙي باغيچي جو پنهنجو گهر هئي. زيتونن جي سڄي چانوَ ٻيڙي اندر هئي! خوبصورت سنڌاءِ ۽ دلڪش انداز سان، ناڪئن جي جهاز ۾ جيئري جاڳندڙ چانوَ!

"اٽ هلون!" اچانڪ سوني منهنجي ٻانهن کي ڇهندي چيو.

"ڪيڏانهن؟" مون پڇيو.

"ٻيڙيءَ ڏانهن." هن وراڻيو. مونکان ڇرڪ نڪري ويو.

پرڀان يوڪليپٽس جي ٽاريءَ جي ٽٽڻ جو آواز آيو. سوني شايد نه ٻڌو. مون پنهنجي اندر ۾ جهاتي پائي ڏٺو. زيتونن جي ٽاريءَ مٿان ٻور اُڀري آيو هو. سوني منهنجي ٻانهن ۾ ٻانهن ڏيئي، مونکي ان ٻيڙيءَ ڏانهن وٺي وئي، جنهن کي ڏسڻ لاءِ ٿوري دير اڳ منهنجي دل ڏاڍو بيچين هئي. اتي پهچي سوني هڪدم اندر پيل ڪٽ تي پنهنجو پاڻ اڇلائي ڇڏيو.

"اٽ از بيوٽيفل. لوَلي هائوس!" هن ترنگ ۾ ايندي انگريزيءَ ۾ چيو."ڪم اِن، ڊارلنگ يو ول ريئلي انجواءِ!"

مان به ڪنڌ هيٺ ڪري ان اندر هليو ويس.

"هيڏانهن اچ. منهنجي پر سان ٿي ويهه." سوني درياءَ وٽان ايندڙ هوا تي اڏامندڙ منهنجي وارن ڏانهن ڏٺو. پرپل مضبوط مرداڻي جسم تي نظر وڌائين. پوءِ مک تي نظر کپائيندي پاڻ ڏانهن سڏيندي چيائين. "هيڏانهن، هيڏانهن، منهنجي ويجهو ٿي ويهه!"

مون به ٻجي ٻجي قدم کنيا پئي. سامهون هنجي ساهه کڻندڙ سيني منهنجو به ساهه تي ڪيبيو. درياءَ وهي آيو هو ائين جا جو هن جي دل ۾ ٻلهڻين تي سيا ڏنا. مون به پنهنجين رڳن ۾ سمنڊ کي ڀائيندي پئي محسوس ڪيو هئ درياءَ ۽ سمنڊ جي ميلاپ جو منظر مون ڪجهه سال اڳ سانوڻين ۾ ڊيلٽا جو سفر ڪندي ڏٺو هو. ۽ هڪ ٻئي درياءَ جي هڪ اهڙي ئي بيچين سمنڊ کي ماڻڻ جي اُڌمو منهنجي سامهون چوٽين جيئن بئي چالي

ٻيڙي هيٺيان، ڪٽ جي پاسي ۾ جتي ڦڙن کان مُشڪل ٻچي وچايل هئا. جتي جوتو لاهي مان هيٺ ويهي رهيس. سوني تڏ ڏيئي اُٿڻ جي ڪوشش ڪئي پر ڪٽ هن کي ڇڏڻ لاءِ تيار نه هئي. گهڻي ڪوشش بعد هوءَ

ڪٽ تان لهي منهنجي وڇڻ ڇو تي وبني. درياءَ ۽ سمنڊ هڪٻئي جا ڏڪا ٻڌڻ لڳا. ٿوري دير بعد هن جي هٿن جون آڱريون هوا ۾ جهولڻ لڳيون. وڄ وراڪا ڏيئي، منهنجي وجود مان تڙڪا ڪندي، زمين اندر هلي ويئي.

بي چيني ۽ بي اختياريءَ مان چيم. "سوني!"

"هون!" ٻن غزالي اکين جي حيرت رنگن جيئن ڦهلجي ويئي.

"خبر ٿئي،تون اهو ڇا پئي ڪرين؟" ڪانئس انڪري پڇيم جو اندر ۾ وسوسن جي وڻ کي وري اُپرندي محسوس ڪيم.

"ڪجهه به ڪونه. "جڻ ته ڳهر مان ڳالهايائين.

پوءِ آهستڙي پڇيائين، "ڊڄين ٿو؟"

"ٿورو ٿور..." مون الاءِ ڪيئن وراڻيو.

"ڇو؟" هن وري پڇيو.

"ايترو وڇڻ ڇو تيڻ سان..." مون جملي کي وري اڌ ۾ ڇڏي ڏنو.

"ڇا ٿو ٿئي. وڇڻ ڇي تيڻ سان؟" هن وري سرٻاٽن ۾ ڳالهايو.

"توکي علم ناهي؟"

"ٿورو ٿورو."

"پوءِ؟"

"پوءِ ڇا؟" هن پاڻ کي وڇايل ڊين مٿان ڇڏيندي چيو" اعتراض پوپٽ کي ڪرڻ کپي يا گل کي؟"

مان سمجهي نه سگهيس ته پوپٽ ڪير هو ۽ گل ڪير هو.

"جي نئن وهي درياءَ ۾ پوي ۽ درياءَ وهي سمنڊ ۾، ته ان تي پلا ڪنهن کي ڪهڙو اعتراض ٿي سگهي ٿو!"سوني منهنجي ساڄي ٻيڙي وٽ چنبوڙي پائيندي، هلڪڙو ڌڪو ڏنو

"تيڻ به نه کپي!" مون چيو.

"آهي به ڪونه!" پريان درياءَ مان ڪنهن ڇوليءَ جي بيچينيءَ جو آواز آيو. ڪجهه چنبا منهنجي شرٽ کي لڳا. ڪجهه وٽن جا پن ڳهي ويا. سوني جڏهن پاسو ورايو ته ٻيڙيءَ جي تختن مان چيڪاٽ نڪري ويا.

"ڪم آن، برڊ."جڻ ته پنهنجي وجود پاڻ ڏي سڏيم ٿي،"توکي

پڪين جون ٻوليون نٿيون وڻن ڇا؟"

پڪين جون ٻوليون ڪهڙي ڪافر کي نه وڻنديون هونديون. دل ۾ سوچيم. ڪجهه چوڻ چاهيم، پر چئي نه سگهيم.

اوچتو ڪنهن اڻڄاتل قوت مونکي پنهنجن ڇنبن ۾ ڪٺي ورتو. آس پاس جا پن اڏامي واچوڙو بڻجي ويا. ڪٿان پاسي مان "چر" جو آواز آيو. "ڪم آن. ڊيئر...!" آر جو آواز تيز ٿي ويو. پاسي ۾ ٽمڪندڙ غزالي اکين ۾ چيتي جي نهار نچڻ لڳي، ۽ پوءِ... ٿر ٿر ڪندڙ ماٺ وچ جيئڻ ٻڪڻ لڳو. رڳن ۾ رباب وڄڻ لڳا. ڪي ٻانهون ڳچيءَ جا ڳانا بڻجڻ لڳيون. ڪي نارنگيءَ قارون قارن ۾ وچڙي رقص ڪرڻ لڳيون. ڇڪ ڇڪ ڇڪ، ڇڪ ڇڪ ڇڪ... قارن جو ردم. چپن اندر ڇپُو... ارت جو گهمڻ. ٻيڙيءَ جو اونڌو ٿيڻ.... درياءَ جي ڇولين جو گوڙ... درد، خوشي، اکيون آليون، چپ آلا، ٻيڙا ۽ سڪون، ميلاپ جو موهه. زندگي، امرت، وڻن سان واءَ جون شرارتون. ليمن جي لامن جو لڏڻ. رقص ڪرڻ. هڪ عجيب ميناس هڪ ئي وقت چپن ۽ لڱن ۾ سفر ڪندڙ ساهن جون ڇوليون. هٿن ۾ هٿ ۽ ڪونجن جو ناچ. هلڪي هلڪي هونگ، سرور ۽ سسڪيون، ساهن جو ٽٽڻ. ڪنهن جون آڱريون وارن ۾ وچڙيل. ڪنهن جو ڪنڌ ڪنهن جي ڇاتين مٿان ڍرڪي پيل.

ٿوري دير ڪانپوءِ:

ڳلن، اکين، ڳچي، ڪنن، سيني ۽ ڪاڏيءَ تي هلندڙ نارنگيءَ جون قارون. پوءِ مرڪ، لافاني مرڪ، نه متجندڙ مرڪ، هنجي چپن تي پوپٽن جيئن رقص ڪندڙ.

"ٿينڪس!" موهه جي نشن ۾ مسرور سونيءَ جو آواز گونجيو.

مون جتين ئي ڪوئر جيئن ٽڙي پاٽيءَ مٿان ڏٺو، ته منهنجي اکين اڳيان رينا رنگ ڇانئجي ويا. ڇوليءَ جي ٽٽڻ کان پوءِ واري خاموشيءَ کان پوءِ جڏهن هڪبئي ڏي تڪيوسين ته بار بار مرڪي ٿي پياسين. ٻيڙيءَ هينيان ٻاهر نڪري چوڏاري نظر گهمائي ڏٺوسين ته آس پاس جا سمورا نظارا تبديل ٿي چڪا هئا. ڪاڪو نواب علي ڪڪرن تي ٿي اڏامڻو ۽ هن جو پيءُ سترنگيءَ ۾ تي جهوليو.

هن جي پيرن ۾ زمين وچ ۾ وڌي ڪاهي پئي. هوءَ هڪ پيرو وري لچڪندي ۽ لمندي منهنجي ويجهو آئي. هينئين اڏ ۾ هلڪڙي مني سور جا تاثر محسوس ڪرائيندي چيائين، "ٿيڪس، ڊيئر. آئي لوَيو ويري مچ!"

"مي ٽوا"مون به پنهنجي ليکي اڏامندي چيو.

بئي هڪ پيرو ٻيهر ڳرانڙي پائي مرڪڻ لڳاسين. وري جيئن جو هڪٻئي کان الڳ ٿياسين ته مونکي ڏاڏي آدم وارو اهو وڻ ياد آيو جنهن جو ذڪر سوني اڳ ۾ ڪيو هو.

"ڪٿي آهي اهو وڻ، جنهن جي ميوي جو تو سويرو ذڪر پئي ڪيو؟"مون موضوع مَٽائڻ خاطر سونيءَ واري سويرڪي ڳالهه ٻاهر ڪڍي.

"ڪونه ڏنئي ڇا؟"

"نـا!"

"صفا ڪوڀوڪ آهين..."

"ڇو؟"

"تورو هيڏانهن ته اچ."سوني مونکي پاڻ ڏانهن سڏي، منهنجو هڪ هٿ پنهنجي هٿ ۾ ڪٺي پنهنجي سيني تي نچندڙ پوپٽن تي رکرائي ڇڏيو. پر ٻيو هٿ پنهنجن چپن تي آڙرائي، چيائين،"تنهنجي هٿ ۾ ڇاهي؟"

مون چيو"پوپٽ!"

"اڙي نان، اتي ڪٿان آيو پوپٽ؟"سوني منهنجي ويجهو ٿيندي ڪن ۾ چيو."اهو ئي ته آهي!"

"ڇا؟"

"گول گول گوگول!"

"اوهـ!" منهنجي اندر جو بربلو اڏامي وڃي سڪل وڻ تي ويٺو. مونکي لڳو ڄڻ ته مان سخت لُريءَ ۾ ڪنهن گرم نديءَ مان وهنجي پار پيو هجان. مان ان وڻ جي ميوي جي تعريف ڪرڻ لاءِ لفظ ڳولهڻ لڳس. جڏهن ناڪام رهيس ته چيم،"بيشڪ، ان جو ڪو جواب ناهي!"

# ليزبين

جڏهن کان جوڻس هڪ کان وڌيڪ ڀار ڄڻڻ کان ڪتو جواب ڏيئي ڇڏيس. تڏهن کان مجبورن هن کي پنهنجي زال جي اسرار تي پنهنجو آپريشن ڪرائڻو پئجي ويو. پر وقت گذرڻ کانپوءِ کيس احساس ٿيڻ لڳو ته هن پنهنجي نسلي لڙيءَ عورت ڏانهن منتقل ڪري سماجي غلطي ڪئي آهي. ڇو ته هن کي پنهنجي الٽرا ماڊرن زال مان جا نينگري هئي، تنهن پلڻ پوسڻ کانپوءِ به شينهن تي چڙهڻ کان انڪار ڪري ڇڏيو هو. اينري قدر جو مرد جي مخالفت ۾ اهڙا ته ڇتا بيان ٿي ڏنائين جو پٽس جو دماغ به پنواٽيون کائي ٿي ويو. انڪري هن ڪجهه عرصي کان پنهنجي نينگريءَ جي بيانن ۾ رويي جو گهرو مطالعو ڪرڻ شروع ڪري ڏنو. هونئن ته سندس گهراڻو نئين تهذيب سان تمام گهڻو هم آهنگ هو. پر پوءِ به هن چاهيو ٿي ته تهذيبي لحاظ کان زندگيءَ جي جنهن رنگ ڍنگ کيس هڪ سجاٽپ ڏني هئي، سا سندس نسل جي رڳن ۾ به گرم رت جيئن ڊوڙندي رهي. هن جي دادلي ڌيءَ جيڪو پيشو اختيار ڪيو هو تنهن ۾ واسطن جي وڏي اهميت هئي، ۽ انهن کانسواءِ هوءَ ڪنهن کان به ڪو ڪانٽريڪٽ يا پروجيڪٽ وٺي نه ٿي سگهي. ماڊلنگ هڪ اهڙو پيشو هو. جنهن جي انتظام ۾ ڪاروبار ۾ مرد حاوي هو ۽ عورت جي حيثيت فقط اشتهاري پرزي برابر هئي.

اهڙي صورتحال ۾ ارتقا جي تازي بيان کيس پريشان ڪري ڇڏيو. هــُن ولايت ۾ وينئي صورتحال کي قابو ڪرڻ جي گهڻي ئي ڪوشش ڪئي، پر اهو سڀ ڪجهه اجايو ويو. فونن جو هڪ ڊگهو سلسلو ڏهن ڏينهن کان ته رڳو کيس اهو آگاهه ڪرڻ ۾ پورو هو ته "تنهنجي ڇوڪري هاڻ بنهه مغرور ٿي وئي آهي. هاڻ ته ٽائيم تي به نه ٿي پهچي. واعدي خلافي سندس معمول

بنجي ويو آهي. اسان ساڻس ڪانٽريڪٽ ٽوڙڻ جو سوچي رهيا آهيون. تنهنجون اکيون اڳيان ٿيون اچن. نه ته اهڙي خردماغ ڇوڪريءَ جي اسان کي بنهه ضرورت ڪونهي.“

ٻي شڪايت، جا شهر جي هڪ مشهور زالاڻي ڪلب کي هئي، تنهن ۾ اِهو لکيل هو ته: "اسان جي خلاف بيان بازي بند ڪري ۽ اهو به ٻڌائي ڇڏيوس ته اسان ڇا آهيون!“

شڪايتن تي هن جي پريشاني وڌي ويئي. پر هن کي پاڻ سمجهه ۾ نه ٿي آيو ته آخر اهڙي قسم جا غيرذميوارانا بيان ڏيڻ سان ڪيس ڇا ملندو! مردن سان نفرت ڪرڻ سان مردن جي صحت تي ڪهڙو اثر پوندو يا زالاڻي ڪلب جي مخالفت ۾ ڪيس ڪهڙو لاڀ حاصل ٿيندو.

گهڻي سوچ ويچار کانپوءِ هُن فون ڪري پنهنجي زال کي دانهن ڏيندي چيو" سمجهائينس، ڇو ٿي نانگن سان وير وجهي!“

" ٻارڙي ڇا ڪيو آهي جو اچي ڇتو ٿيو آهين؟“ زال کيس ڇنڊ ڪيندي چيو" ويچاري جيڪڏهن توسان محبت نه ٿي ڪري ته ان ۾ وڙهڻ جي ڪهڙي ڳالهه آهي!“

" مان ته محبت جو نه ٿو چوان،“ هن زال کي سمجهائيندي چيو" مان ته اُن نفرت جي ٿو ڳالهه ڪيان جا هُن مردن لاءِ پالي رکي آهي. ڪالهه ئي اخبار ۾ بيان آيو آٿس. ڀلا اهڙي بيان ڏيڻ جي ڪهڙي ضرورت هيس. ڇا ڪيس خبر ناهي ته مان گڏريل ٻن سالن کان هتي سندس شو لاءِ هٿ پير پيو هڻان؟“

" ڇا ڪيو اٿس؟ ڪهڙي اربعا خطا ڪئي اٿس؟“

هُن پنهنجي بهادر نينگريءَ کي پنهنجي زال حوالي ڪري سوچيو هو ته هڪ فرد جي حيثيت ۾ سندس ماءُ کان بهتر ٻيو ڪو به هُن جي صحيح تربيت ڪري نه ٿو سگهي. "جيسيتائين ماڻهو مڪمل طرح سان هڪ انساني گروهه واريون خاصيتون نٿو رکي ته سمجهو هن جي خاندان هن تائين پنهنجي تهذيبي ورثي کي پهچڻ ئي ناهي ڏنو“ اهڙا خيال هئا هن جا.

" تون ٿورو سندس انٽرويو ــ نما بيان کي ته پڙهه،“ هن فون تي

پنهنجي زال کي زالاٽي التجا ڪندي چيو.

"مون بيان پڙهيو آهي،" سندس زال چيو." منهنجي ڇوڪري نيڪ ڇيو آهي. ڪيس جيڪڏهن مرد نہ ٿا وڻن تہ هرون ڀرون سندن تعريفون ڇو ڪري؟"

هُن کي سمجهہ ۾ نہ ٿي آيو تہ سندس زال بنا سوچ سمجهہ جي ڇو پئي پنهنجي ڌيءُ جو پاسو جهلي." تون بيان جو نفسياتي تجزيو تہ ڪر!" هُن چڙ تہ ٻاڏائيندي چيس،" ڏنڊو تہ هونءَ بہ متاثر ٿيندس، پر مون کي تہ خطرو آهي ارتقا هاڻ ڪڏهن بہ نارمل زندگي گذاري نہ سگهندي "

" ويهي پنهنجا مفروضا نہ گهڙ" زال چيس، " ڪجهہ پنهنجي ڌيءُ تي بہ ڀروسو رک!"

هن سوچيو تہ ڪيس ڪيئن ٻڌائي تہ نفسيات جي پروفيسر، جو سندس دوست بہ هو، ڪيس ڇا ٻڌايو آهي؟ هُن ڪيس فون تي ڳالهہ ڪولي ٻڌائڻ بہ نہ ٿي چاهي، پر رڳو ايترو چيائينس تہ" ارتقا جي اڪيلائيءَ تي نظر رک. ڏسينس تہ ڪير ڪير ساڻس ملڻ ٿو اچي، ۽ هُن جو ساڻس ڪهڙو تعلق آهي؟"اِهو چئي هُن فون رکي ڇڏيو. پروفيسر سڀني ارتقا جي بيان جي آڌار جيڪو نتيجو ڪڍيو هو، سو هن جي دماغ ۾ واچوڙو بڻجي رهجي ويو هو.

" اهو ڪيئن ٿو ٿي سگهي تہ هڪ ڇوڪري، جا جوان آهي، مشرقي آهي ۽ اڪيلي بہ آهي، سا مرد کان نفرت ڪري؟ اٽتيڻي!" هو پنهنجي منهن ڀڻڪيو. پر پوءِ هُن کي اوچتو ياد آيو تہ ڪراچيءَ ۾ هن جو هڪ جگري يار بہ رهندو آهي، جو گهر جي ڀاتين جيئن آهي. هن ڊائري کولي سندس نمبر ڏنو. پوءِ ڊائل گهمائي ساڻس ڳالهائڻ لڳو. معمول جي خوش خير عافيت کان پوءِ ڪيس مقصد تي آندائين. ڪيس اهو ڪم سونپيائين تہ هو سندس گهر ڀاتين جي مصروفيتن جو جائزو وٺي. ڪيس رپورٽ ڏئي. ڇو تہ قصو ڪافي اڳتي وڌي چڪو هو.

اِن دؤران ارتقا جا هڪ بہ بيان بيا بہ ڇپجي ويا. هن جو تازو بيان بنهہ چرڪائيندڙ هو. هن انڪشاف ڪيو هو تہ ڪو بہ مرد ڪيس ڇڪڻ جي

صلاحيت نہ ٿو رکي!

اهو بيان پڙهي هن جي مغز مان نڪاءَ نڪري ويا. هو اڃا بہ وڌيڪ توائي تي ويو." حد ٿي وئي!" هو دل ئي دل ۾ پنهنجو مٿو ڪٽڻ لڳو" ڇوري ماڻهين سر تي چڙهي وئي آ."

هن کي خبر هئي تہ ماڊلنگ جي دنيا ۾ اهڙا بيان ان ڪري بہ ڏبا آهن تہ جيئن ماڻهو پريس ۾ "اِن" رهي. ماڻهن جي گفتگوءَ جو موضوع بڻيو رهي، پارٽين ۾ ماڻهنَ جي نگاهن جو مرڪز بڻيو رهي، ۽ خود وڏ ۾ وڏ مردن کي پاڻ ڏانهن متوجہ ڪرڻ لئہ بہ ساڳئي قسم جا بيان ڏيئي سگهجن ٿا. پر سندس ڪاروباري ساٿين جي شڪايتن کيس ذهن ۾ بيا ڪيترائي ڪٿر پئدا ڪري ڇڏيا هئا. انهن جي تصديق هن لئہ سڀ کان اهم ڳالهہ هئي.

ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ هڪ اخبار ۾ خبر آئي تہ ارتقا ڪراچيءَ ۾ عورتن جو هڪ روحاني سينٽر کوليو آهي، جنهن ۾ يوگا، مساج ۽ روحاني ياترائن لاءِ عورتن کي باقاعدي تربيت ڏني ويندي آهي.

رهي سهي ڪسر تہ اِن خبر پوري ڪري ڇڏي. هو سچ پچ تہ پريشان ٿي ويو. هن فورن پنهنجي زال کي فون ڪيو پر ڪنهن کيس جواب نہ ڏنو. ان ڏينهن هن پنج ڇهہ ڀيرا فون ڪيو پر ڪنهن بہ فون نہ کنيو. نيٺ تنگ ٿي هن پنهنجي دوست کي فون ڪيو. هو بہ جڻ تہ سندس فون لئہ ٻاڙيو ويٺو هو. دوست چيس،"يار، ٻي تہ خبر نہ ٿي پوي، پر تنهنجو گهر عورت فائونڊيشن لڳو پيو آهي. منجهس ذري گهٽ ڏهاڪو کن غير سرڪاري تنظيمن جا دفتر کلي چڪا آهن، پر سينيءَ جي سربراهہ تنهنجي زال آهي. سندس ٽارگيٽ گروپ آهن: اعليٰ ۽ پڙهيل ڳڙهيل خاندانن جون غير شادي شده ڇوڪريون ۽ بيواهون."

ان ڳالهہ هن جي وهم کي اڃا بہ پختو ڪري ڇڏيو. هن فيصلو ڪيو تہ هو وطن ورندو ۽ سڄو لقاءُ پاڻ پنهنجي اکين سان اچي ڏسندو.

ڪافي ڏينهن جي بحث کان پوءِ هن کي ڪمپنيءَ طرفان موڪل ملي ۽ اوٽ موٽ جي ٽڪيٽ بہ. هو جيئن ئي پنهنجي گهر پهتو تہ هن جي

دل ڏڪ ڏڪ پئي ڪيو. ٽري پيس پهريل ديسي همراهه ولائتين واري ڦونڊ ۾ پنهنجي شهر کي ڏاڍي حقارت مان پئي ڏٺو.

" ماڻهوءَ کي ماحول ئو خراب ڪري،" هن دل ئي دل ۾ پنهنجو گهر تبديل ڪرڻ لئه سوچيو" نه ته ڇا مشرقي عورت، ڇا مرد لئه حقارت!" پر هن اهو به نه سوچيو ته ڪراچي ته وري به مشرق هو. اتي عورت وٽ اهڙا اُبتا خيال ڪيئن ٿي جنم وٺي سگهيا؟ شايد هن اهڙن مردن جو مطالعو نه ڪيو هو جن کي عورتن کان نفرت هئي. هو جيئن ئي گهر پهتو ته گهر ۾ متل عورتاڻو ڌمچر هڪدم ٺپ ٿي ويو. نوجوان ڇوڪريون هڪ اڌڪڙ عورت سان گڏ کيس گهورڻ لڳيون. هرڪو چپ هو. هن جي زال اڳتي وڌي کيس هڪ الڳ ڪمري ۾ وٺي وئي.

" اهو ڪهڙو طريقو آهي جو نه اچڻ جو ٻڌايئي ۽ نه فون ڪَيئي؟ ايئن اوپرن ماڻهن جيئن اچي ڪڙڪيو آهين!" جوڙس احتجاج ڪندي چيس،" ڇا ٻڌائيندا سين اسان ماڻهن کي؟ ڪير هنن جو اعتماد بحال ڪندو؟ اسان جي ڪاروبار جي نڙيءَ تي ايندي ئي اچي لت ڏني اٿئي؟ ڪيترو نه سنو ٿئي ها جو اُتي ئي پيو هجين ها!"

ايترو ڪجهه ٻڌڻ جي باوجود به هن جي چهري تي چڙ جو عنصر ظاهر نه ٿيو.

" مان ته ائين بس ڏسڻ آيو هوس ته ماءُ ڌيءَ ڪيئن پيون گذارين."

ٽورو ساهي پٽي پڇيائين،" باءِ دي وي، ڇا ڪوليو اٿوَ؟"

جوڙس جي چهري تي اٽوٽندڙ تاثر اُڀريو جنهن کي هو پڙهي نه سگهيو.

"ورجن ڪلب!" ـــ زالهنس کي آڏي پڇا ڏاڍي خراب لڳي ـــ" هاڻ اهو نه پڇجان ته اهو ڇا ٿيندو آهي؟ پر اهو ٻڌائي ٿي ڇڏيئين ته هتي مردن جي داخلا بند آهي."

"منهنجي به؟"

" ظاهر آهي. تون به ته مرد آهين."

"توکي ڪنهن چيو آهي ته مان مرد آهيان؟"

" ڇو؟" سندس زال حيران ٿيندي ڏانهنس ڏٺو.

"جيڪو ماڻهو ٽن سالن کان ولايت ۾ رهيو آهي ۽ زال سان نه مليو آهي، اهو ڪهڙي منهن سان مرد آهي!"

" پوءِ به تنهنجو ماس، تنهنجي حاڪميت، تنهنجو ضابطو اهي سڀ ڳالهيون ظاهر ڪن ٿيون ته تون مرد آهين!"

" واهه. واهه!" هو حيران ٿي ويو." گهڻو ڪجهه سکي وئي آهين. ڪراچيءَ جي شهر ۾ رهي ڪري ماءُ ڏيءُ بيحد بدلجي ويون آهيو."

سندس زال جواب ڏيڻ بنا دالان سامهون لان ۾ وينل عورتن ڏانهن هلي وئي.

عورتن جو گوڙ گهمسان جهڪو ٿي وڃڻ جي باوجود به ڪنهن مهل رکي رکي ٽهڪن جا آواز پڙاڏا بڻجي هال مان گونجيا پئي. هن پنهنجو بريف ڪيس کنيو ۽ پنهنجي پراڻي ڊرائينگ روم ڏانهن هليو ويو. ڪجهه دير بعد هو ڪپڙا بدلائي گهر جو جائزو وٺڻ لڳو. سندس زال اڃا به عورتن کي ڦاٿل ڪرڻ ۾ مصروف هئي. پر ارتقا جو ڪوبه اتو پتو نه هيو...

هو بنا اجازت جي جڏهن هال اندر داخل ٿيو ته هن ڏٺو اتي ورزش جي سامان سان گڏو گڏ هر هنڌ هر ڪنڊ ۾ مساج واريون صندلون پڻ رکيل هيون، ۽ ڪٿي ڪٿي صوفا سيٽ ۽ ٻيو سامان پڻ موجود هيو.

هال سان ڳنڍيل هڪ روم مان رکي رکي سنهڙي ڪل جو آواز پئي آيو. جيئن اڪثر جاسوسي ڊرامن ۾ ٿيندو آهي. جڏهن آواز هن جي ڪنن تي پيو ته هو هلڪيون هلڪيون وکون کڻندو وڃي دروازي تي بيهي رهيو. دروازو اهڙي انداز سان ٻيڪڙيل هو جو ان جي چير مان سامهون وارو منظر چٽو ڏسڻ ۾ آيو پئي. هن جهاتي پائي اندر ڏٺو ته سندس من جي آنڌ مانڌ وڌي ويئي. هن جي رڳن ۾ ڊوڙندڙ مرد ڪمري جي هلڪي روشنيءَ ڏانهن ڇڪائڻ لڳو. هن وري غور سان جهاتي پائي ڏٺو. اهو بيحد جذباتي منظر هو. پر جڏهن سندس نظر ارتقا جي اخباري فوٽو نما ڇهري تي پئي ته هو ڏڪي ويو. هن آهستي آهستي پنهنجو سر ٻيڪڙيل دروازي جي چير مان ڇڪي

ورتو. سردي هوندي بہ ڪيس پگهر وٺي ويو. هن جا سڀ شڪ پڪ ۾ تبديل ٿي ويا. نفسيات جي پروفيسر ڪان ويندي سندس سمورا گمان صحيح ثابت نڪتا. ارتقا ۽ اربيلي، لوساتيل چهرن ساڻ جڏهن دروازي مان ٻاهر نڪري هن جي اڳيان اچي بيٺيون تہ ڪيس پروفيسر سڊنيءَ جي ڳالهہ ياد آئي: "تنهنجي ڇوڪري ليزبين آهي، هوءَ هاڻ ڪڏهن بہ مرد ۾ دلچسپي وٺي نہ سگهندي. ان جو مطلب سمجهين ٿو تہ ڇاهي؟ تنهنجو خاندان پنهنجو موت پاڻ مري چڪو آهي.

# پرڪنيل پٽ

اڄ الائي ڇو هو مونسان پنهنجن ڏهن سالن جو پڇتاءُ ونڊڻ وينو هو.
جڏهن ته مان پنهنجي دوست آزاد جي انتظار ۾ هوس. ڇو ته مهينن پڄاڻان اڄ اسان به هڪ ننڍڙو پروگرام رٿيو هو.

هن ۽ منهنجي وچ تي سگري رکيل هئي. جنهن مان ٻہر جا سڪل گُتڪا باهہ ۾ ڳاڙها ٿي ڪيس گهوري رهيا هئا. هو نه ته نشي ۾ هو، نه ئي ڪيس ڪو خدا جي خوف ستايو هو. پر پوءِ به ڪا ڳالهہ هئي جو دل جو غبار ڇنڊڻ خاطر منهنجي پر ۾ اچي وينو هو. نشو، نماز، دوست ۽ احباب، هن لاءِ ڪا وڏي اهميت نه رکندا هئا، نه ئي وڏن جي واقفيت هن لاءِ ڪو مٽي جو سور هئي. هو اهي سڀ شيون آزمايو وينو هو. شهر جي معزز ماڻهن جي ٻارن جو هو ٽيوٽر هو. ٿوري گهڻي واقفيت ڪري سنهيون سڪيون شهري سهولتون به حاصل هُيس. هڪ اڌ فيملي سپورٽر به ڳولي ورتو هئائين. پر انهن مهربانين هوندي به هو الائي ڇو خالي خالي هو.

ٽيوشن جي مصروفيت، هلڪڙن سلڪڙن وڏيرن سان اٿ ويهہ، ننڍين وڏن دڪاندارن ۽ شهري سياستدانن سان ڏيٺ ويٺ ۽ مفت جي ڪمپني به هن جي اندر جي خالپيڻي کي پري نه سگهي هئي. صحافين سان ڪچهريون، واندڪائي، اسپتال وچي ڪاڪ شتل کيڏڻ، رستن روڊن سان بيهي نوجوانن سان دلپشوري ڪرڻ جهڙيون هن جون هابيز به ڪيس ڇلڻ ڪان روڪي نه سگهيون هيون.

سيارِي جي رات هئي. سگريءَ جي ڳاڙهن ٽانڊن ٻاهريان ويهي جيڏي مهل مان آزاد جو انتظار ڪري رهيو هوس ته هن وچ ۾ ڳالهائڻ شروع

ڪيو. مونکي چيائين."امر. مون زندگيءَ جا ڏهہ سال عزت سان نوڪري ڪئي. ۽ ايمانداريءَ سان ٻار پڙهايا. پر مونکي جڏهن گهر ڪان پري بدلي ڪيو ويو تہ مونکي تمام گهڻو ڏک ٿيو. مون جنهن اسڪول ۾ پڙهايو پئي اتي جي ٻارڙن کي بہ ڏک ٿيو. پر مون فيصلو ڪيو تہ مان ڊيوٽي ڪندس."

مان هن ڏانهن ڏسندو رهيس. پر وقت مونکان پري پڇي رهيو هو. آزاد اڃا نہ پهتو هو. ڇو جو هن وٽ رات جي انين کان پوءِ وقت نہ هوندو آهي. رات جي انين کان پوءِ هو هائبرنيشن ۾ هليو ويندو آهي! اسان کي جيڪو ڪجهہ بہ ڪرڻو هو سو انين کان اڳ ئي ممڪن هو. مون مسلسل گهڙيءَ ڏي پئي ڏٺو. هن مونکي خاموش ڏسي بہ پنهنجي ڳالهہ جاري رکي.

"مان جڏهن سانگهڙ کان ٽنڊوآدم دخلڪار ٿيڻ ويس تہ اتان جي هيڊ ماستر مونکي چانهن پياري. ۽ مونکان ليٽر وٺي دراز جي خاني ۾ رکي ڇڏيو. جڏهن موڪلائڻ لڳاسين تہ چيائين. "هاڻي ڀلي ٽون هفتي کان پوءِ اچجان!" مان حيران ۽ پريشان. تعجب ۾ پرجي ڏانهس ڏسندو رهيس. تيئن دل جهلي پڇيومانس."ڇو. سائين؟"ـ چيائين. "بس. هتان جو اهو ئي دستور آهي!" عجيب دستور هو هنن جو! بهرحال مان خاموشي اختيار ڪري گهر هليو آيس."

آزاد اڃا نہ پهتو هو. هن جي ڪهاڻي دلچسپ ٿيندي پئي وئي.

"ٻئي ڀيري مان جڏهن اسڪول ويس تہ هيڊ ماستر وري بہ منهنجي سني خاطر تواضع ڪئي. پيار مان سمجهايائين تہ "هن اسڪول ۾ اسان ڏهن مائهن جو اسٽاف آهي. بہ سؤ کن ٻار آهن. پنج استاد ويزا تي ويل آهن. ۽ ڇئن کي مهيني مان ٽن هفتن جي ڇوٽ مليل آهي. ايئن هڪ استاد کي مهيني ۾ فقط هڪ هفتو پڙهائڻو ٿو پوي. اهڙي طرح. استاد ٻارن کي بہ پڙهائين تہ پنهنجو ٻئي ٻارو ۽ ننڍو وڏو ڪاروبار بہ ڪن. هونئن بہ ڪهڙي سرڪاري پگهار مان پورت ٿي ٿئي! اوهان بہ جي چاهيو تہ ايئن ڪري سگهو ٿا. ويزا تي وڃڻ وارو صاحب کي رڳو بہ لڏون ٿو ڪارائي. ۽ مهيني ۾ هفتو يا هڪ ڏينهن اچڻ وارو فقط هڪ لڏون!اوهان جي دل جيئن چئي. پر

جي ايندؤ تہ اوھان کي جھل ڪونھي. پر پوءِ ٽائيم جي پابنديءَ جو خيال ڪجو. ھڪ ڀيرو ڦاٿؤ تہ پوءِ سڄي زندگي لوڙيندؤ!“

”پھريان تہ مونکي ويزا جي ڳالھہ سمجھہ ۾ ڪونہ آئي. بيو لڏون واري ڳالھہ بہ منھنجي لاءِ نئين ھئي. مونکي جيئن تہ گسائٽو ئي ڪونہ ھو انڪري مان وضاحتن واري ڏيگھہ ۾ ڪونہ پيس. مون سوچيو تہ مان ضرور پڙھائيندس. ڏھہ سال دل جي سچائي ۽ ايمانداريءَ سان نوڪري ڪئي اٿم، ھاڻ ڪھڙي ويھي منھن تي ڪالنڪ مکيان!“

مون آزاد کي ايس ايم ايس ڪيو: اھا بہ ڪا تڪ آھي. يار ايڏو انتظار! ھاڻ تہ ساڍا ست بہ ٿي ويا آھن! پوءِ تون چوندين اٺ ٿي ويا آھن. انين کان پوءِ تہ تون ھائبرنيشن ۾ ھليو ويندو آھين!

آزاد جو ڪو بہ جواب ڪونہ آيو ۽ ھو ڳالھائيندو رھيو:

”ايئن مان ھفتو بہ پابنديءَ سان وقت کان اڌ ڪلاڪ اڳ، اسڪول پھچندو رھيس. ھڪ ڏينھن مونکي ھيڊ ماستر چيو تہ ”اسڪول ۾ بہ ٽي ڏينھن مرمت جو ڪم ھلڻو آھي. شاگردن کي بہ موڪل آھي. سو جي بہ ٽي ڏينھن تون بہ گھر آرام ڪرين تہ ڪو مسئلو ناھي!“ مان بہ ٽي ڏينھن تہ ٺھيو پر ھفتو کن گھر رھي پيس. ھفتي ڪانپوءِ جو اسڪول ويس تہ ھيڊ ماستر ٽن ڏينھن جي غير حاضريءَ جو ليٽر ھٿ ۾ ڏيئي صاحب وٽ ڏي روانو ڪري ڇڏيو. صاحب مونکي پنھنجي ڪلارڪ ڏانھن موڪليو. ھن ويھي مونکي سمجھايو. ”چو اڇي پنھنجي نوڪري ڀنيان پيو آھين؟ توکي ڪنھن آدم انڪري ڪونہ موڪليو اٿئون تہ تون اتي ويھي پڙھاءِ! صاحب کي سندي آفيس ۽ ھتان جي ايم پي اي جي اوطاق جا سمورا خرچ پرڻا آھن. توھان جي نوڪريون ڪندؤ تہ پوءِ اھي خرچ ڪٿان پورا ٿيندا؟“ _”اھو ڪوڙ آھي!“ مون دل ئي دل ۾ سوچيو. پر اھو ڪوڙ نہ ھو. بعد ۾ مونکي خبر پئي تہ حڪومتي ڌر جي اڪيلي ايم پي اي جي اوطاق ۽ گھر جي بجليءَ جي بلن، گئس، ٽيليفون ۽ سيڏي سامان جو خرچ اي ڊي اي او تي پريو.“ تنھنجي ٽن ڏينھن جي پگھار سرڪار ڪٽي ڇڏيندي ۽ انھن ٽن ڏينھن جي غير

حاضريءَ جو ذڪر تنهنجي سروس بوڪ ۾ پڻ درج ٿيندو عمر ڀر لاءِ سمجهه ته پروموشن ڇٽا هاڻ پلي وڃ. تن ڏينهن اندر غير حاضريءَ جو سبب لکت ۾ لکي ڏيئي وڃ!" منهنجي پيشانيءَ تان پگهرَ نيڻيون ڪري وهڻ لڳو. نيٺ مون هيڊ ماستر سان ڳالهايو. هن سفارش ڪري مونکي ٻن هزارن تي ويزا يعني ٻن لڏن واري واندڪائي ونرائي ڏني...."

اُن ۾ اجا پندرنهن منٽ پيا هئا. آزاد اجا به نه آيو هو. مان هن جي ڳالهين ۾ پاڻ کي مڪمل طوران ڪري نه سگهيو هوس. منهنجي موت فقط اشارن ڪناين تائين محدود هئي. هو ان تي به نه ٿڪو هو. مون سگريٽ ۾ ٿيون پيرز ٻير جا سڪل ڳتڪا وڌا. عين ان ويل منهنجو هڪ ٻيو دوست به آفيس اندر داخل ٿيو. پر هُن جي اچڻ جو به مٿس ڪو اثر نه پيو. هن جو ڳالهائڻ جاري رهيو:

"هاڻ تون چوندين "نيٺ ته ويزا ورتئي نه؟"۔ پوءِ ڇا ڪيان ها؟ ذليل ٿيڻ کان مونکي ڏوڙ پائڻ وڌيڪ بهتر لڳو. اهو ئي ڪين ڪپندو هو. مونکي ڇا هوا مان اڄي گهر وينس. پگهار مونکي گهر ويني ملي ويندي هئي. جيترا پيسا منهنجا صاحب ڪٽيندو هو ان کان ،ڏيڪ مان ٽيوشن مان ڪمائي وٺندو هوس. ٽيئنشن مان به جان ڇُٽي پيئي، منهنجا ٻار به پرائيويٽ اسڪولن ۾ پڙهڻ لڳا. بيگم به حڪومتي پارٽيءَ جي ٽڪيٽ تي ڪائونسلر ٿي ويئي. Everything was nice, Amar. پر هڪڙي شيءِ منهنجي سامهون ٿي بيهي رهي۔ اُها اِها سوچ ته يار، غلط ڪيو اٿم، پنهنجي پاڻ سان دوکو ڪيو اٿم، ٻارن سان، ملڪ سان ۽ معاشري سان! بس ان احساس کي مارڻ لاءِ سگريٽن جو سهارو ورتم. وهسڪي پيتم. يار، دوست، ڪمپني، سيڪجهه تبديل ڪري ڇڏيم. آخرڪار ان سوچ کي به سمهاري ڇڏيم."

آزاد نه آيو ته نه آيو. اڄوڪو ڏينهن به ايئن ئي گذري ويو. "چلو نيڪ آهي. وري ڪنهن ٻئي پيري" هن پيري به دل کي ڪوڙي آٿت ڏيئي ڇڏيم.

تڏ آهستي آهستي زمين ونڻ شروع ڪئي. هن ڪيسي مان

سگريٽ ڪڍيو. سگريءَ جي ٻرندڙ شعلي آڌو جهلي هڪ وڏو ٽهڪ ڏنائين. مان پريشان ٿي ويس. سوچيم، ڪٿي منهنجي دماغ ۾ هلندڙ سوچن کي تہ پڙهي نہ ورتو اٿس؟ پر ايئن نہ هو. سگريٽ جي پڇڙي يعنيٰ فلٽر کي چيچ ۽ ٻاچ جي وچ ۾ ڦاسائي ڪش لڳائيندي چيائين،"امر، مان اهي سڀ ڳالهيون توکي انڪري پيو ٻڌايان تہ مون هاڻ فيصلو ڪري ورتو آهي تہ مان هر حال ۾ پڙهائيندس، پابنديءَ سان اسڪول ويندس! پر هڪڙي ڳالهہ توکي ٻڌائي ڇڏيان: حرام کائڻ ۾ جيڪو مزو آهي، اهڙو ڪنهن بہ شيءَ ۾ ناهي. ماستر بنجي گهر ٿي ويهڻ سنڌ ۾ ايترو آسان آهي، ايترو آسان آهي، جيترو ماستر بنجي تبليغ تي هليو وڃڻ. چاليهہ ڏينهن جي چلي تي وڃو يا ٽن مهينن جي تي، توهان کان ڪير بہ ڪونہ پڇندو. پڇڻ وارو خود توهان کي پوٽ ٻنجڻ ۾ مدد ڏيندو. ڇو تہ ماستر کي پوٽ ناهڻ ۾ هن جو ۽ هن جي پوتار جو گهر ٿو هلي. اصل پتي خور کان بہ وڏيڪ سولو ڪم آهي!"

مان ڇرڪي ويس.

"هان، يئس، يئس!" پنهنجي ئي ڳالهہ جي پاڻ تائيد ڪندي چيائين،"گهوسٽ ٽيچر هڪ قسم جو پتاخور آهي. مان پاڻ ان مرحلي مان گذريو آهيان. مون تبليغي ماستر بہ ڏٺا آهن. اهي بہ پتاخور آهن. ڊيوٽي چوريءَ ۾ الله جو نالو استعمال ٿا ڪن. هو سادي درخواست لکي اسڪول ۾ اچلي هليا ٿا وڃن. پوءِ پلي چِلي تي وڃن يا نہ وڃن. هنن کي آفيس وارن کي ڪجهہ بہ ناهي ڏيڻو. نہ هيڊ ماستر کين ان ڪم کان روڪي ٿو سگهي! مون پورا ڏهہ سال ڪونہ پڙهايو. اسڪول جو منهن بہ ڪونہ ڏٺم. ان وچ ۾ اليڪشن جي ڊيوٽي بہ ڪيم، صاحبن سان بہ مليم، هڪ اڌ ترينگ بہ ڪيم . يارن دوستن سان بہ اٿيم ويٺم. تو مون جهڙن گهٽو ئي شرمائڻ جي ڪوشش ڪئي، پر هر ڀيري کلي ٽاري ڇڏيم. ڏهن سالن ۾ ضمير نالي ڪا بہ شيءَ نہ رکيم. مونکي ڪجهہ بہ ڪونہ ٿيو. هاڻ سوچان ٿو تہ ڪجهہ نہ ڪجهہ ڪيان. نوڪريءَ جا باقي ڏهہ سال حلال ڪري کاوان، متان ڪڏهن ٻار چئي ڪين تہ سڄي زندگي حرام کارايو اٿئي، ۽ هاڻ پينشن بہ حرام جي

ٿو ڪارائين!“

مونکان ٺهڪ ڇڏائي ويو. هو ششدر ٿي ويو. هن جي ذهن ۾ گمان ۾ به نه هو ته مان اهڙي سنجيده ڳالهه تي ايڏو وڏو ٺهڪ به ڏيئي سگهان ٿو. اصل ۾ مونکي پڪ ٿي وئي هئي ته آزاد هائبرنيشن ۾ هليو ويو آهي. انڪري مان آزاد واري فڪر مان آزاد ٿي هن جي لفظ لفظ کي ڏيان سان ٻڌڻ شروع ڪري ڏنو هو.

”ها، ها، ڪوڙ ننڍو ڪيان!“ هن سگريٽ جو آخري ڪش هڻندي زمين تي پيروٽيندي چيو”يئس، يئس. مان آفيس وارن کي چئي آيو آهيان ته مونکي ڪنهن ويجهي اسڪول ۾ رکو. مان پڙهائڻ ٿو چاهيان. ڏسون ڪڏهن ٿو آڊر ملي؟“

تڏ هاڻي اڳي ڪان به وڌيڪ لهي آئي هئي. منهنجو دوست قيوم اندر ڪمري ۾ ڪجهه دير رهي، ڪاغذ قلوڙي، اسان سان گڏ اچي وينو هو. ڪيس خبر نه هئي ته اسان ڇا تي پئي ڳالهايو يا ڪنهن ڪنهن سان پئي ڳالهايو. سگري ءَ جي چوڏاري هاڻ اسان به نه پر ٽي ماڻهو وينا هئاسين، ۽ به ٻيا نوان دوست به گڏ ويهڻ وارا هئا. مونکي پڪ هئي ته هن کي آڊر ڪڏهن به ڪونه ملندو- وڻ ويڙهي وڻ کي ايئن پاڻمرادو نه ڇڏيندي آهي. ان کي وڻ تان زوري پٽي اڇلائڻو پوندو آهي.

ڪجهه ئي دير ۾ جيئن ئي سگري ٻاهريان دوست وڌڻ لڳا ته هن پنهنجو پوتنامو ٻڌائڻ بند ڪري ڇڏيو. ۽ ٿوري ئي دير ۾ موڪلائي هليو ويو. ان ڪانپوءِ به تي پيرا شهر ۾ هو مختلف جاين تي مونکي ملندو رهيو. پر وٽس اها گرمجوشي نه رهي هئي، ۽ نه ئي اُها پڙهائڻ واري ڳالهه وري ڪڏهن ورجايائين. نيٺ پاسيرو رهندي رهندي پاڻ به هڪ يوت جئان منهنجي حافظي تان لهي ويو.

# ڌرتي منهنجو آسمان

ورلڊ ٽريڊ سينٽر واري واقعي ڪانپوءِ جيئن ئي مختلف ملڪن جون فوجون افغانستان ۾ داخل ٿيون ته اسان جي ڳوٺ واري مسيت جي مُلي جي چرپر وڌي ويئي. هو هڪ نه ٻئي ڏينهن ڳوٺ اچي ماڻهن کي قائل ڪرڻ لڳو ته آمريڪا شيطان آهي ۽ ان جي چيلن سان وڙهڻ هر مسلمان تي واجب ٿي ويو آهي. انڪري هر ماڻهوءَ کي پنهنجا ڪم ڪار ڇڏي افغانستان اسهڻ کپي.

ان خيال کي عملي روپ ڏيارڻ خاطر هن هڪ ڏينهن ڳوٺ ۾ لڪڙتار ڪرائي ته ”اڄ رات، عشاءَ جي نماز ڪانپوءِ، جماعت جي اهم گڏجاڻي سڏائي وئي آهي جنهن ۾ ننڍين وڏن سيني مرد ماڻهن کي شريڪ ٿيڻ کپي.“

ان ڏينهن شام جو اسان شهر کان ريگستان ڏانهن ويندڙ روڊ جي ڪاٻي پاسي تي پيپل ڪلراٺي پڌر ۾ ڪرڪيٽ راند پئي کيڏي. ڳوٺ جي مدرسي مان ٻه خطابي اسان وٽ آيا. چيائون ته مولوي سلام جو حڪم ٿيو آهي ته راند بند ڪري هڪدم مسيت ڏانهن اچو. اسان سان گڏ جيڪي مدرسي جا خطابي کيڏيا پئي سي ميدان ڇڏي ٻاهر هليا ويا. ان ويل شام جا پنج ٿيا هئا. هر نوجوان جو پاڇو وڏي وڻ تي ويو هو. ڪرڪيٽ گرائونڊ جي ڇئني ڏسائن کان سارين جي پيپل ناڙ ۾ زميندارن تيلي ٻڄن جا ريج ڇڏرائي ڇڏيا هئا، جن ۾ ٻگهه ۽ ڪانيرا اڏامي اچي پيٽ ڳوت ڪرڻ لڳا هئا. پکين جي وڙهڻ، رڙڻ ۽ اڏامي وري ويهڻ جا آواز اسان تائين پهچي وري خاموش ٿي پئي ويا. مدرسي جي خطابين جي وڃڻ ڪانپوءِ راند مان جهڙوڪر مزو ئي ڇڏائجي ويو هو جنهن تي اسان جي ٽيم جي ڪپتان

گوڙو خفا ٿيندي چيو،" مُلي سلام جي ائنٽي بہ اصل اِن ٽئم تي ٽپڻي هئي. شل نہ ڪنهن کي خوش ٿيندي ڏسي!"

مون ان ويل اسان جي ٽيم جي اوپنر ويرو کي بالنگ پئي ڪرائي. ننڍڙو رن اپ وٺي جڏهن بال اڇلايم تہ هن زوردار شاٽ هڻي بال کي بائونڊريءَ کان ٻاهر اڇلائي ڇڏيو. ان پاسي کان گوڙو بينل هو. ڪيس ڊوڙي وڃي بال ڪڍڻو پيو. جڏهن واپس آيو تہ منهن خراب هوس. ويتر جو منهنجي ويجهو ٿيو تہ چڙ مان چيائين،"خادو بولنگ چڱي طرح ڪراءِ نہ تہ موڪليندوسانءِ نہ مُلي سلام ڏي!"

گوڙو جي ان ڳالهہ تي مونکان ٽهڪ نڪري ويو.

حيران ٿيندي پڇيائين،" ڇو؟ ڪلين ڇو ٿو؟ "

ٻڌايومانس تہ"مونکي توکي اوڏانهن موڪلڻ جي ضرورت ناهي. اڄ رات هونءِ ئي اسان ڳوٺ وارن کي اوڏانهن وڃڻو آهي."

گوڙو پريشان ٿي ويو. گهڙي سوا خاموش رهي چيائين،"خادم، مون تہ يوڳ پئي ڪيا. پر، يار تون نوجوان آهين. اوڏانهن اصل نہ وڃجانءِ! مون ٻڌو آهي تہ مُلو سلام نوجوانن تي اهڙو تہ ڪلام ڪندو آهي جو هو ٻين سان ڱڏ پنهنجي پاڻ کي بہ مارڻ لاءِ تيار ٿي ويندا آهن. مونکي تہ ڳالهہ ڪندي ئي ابتڪنڊڙي پئي چڙهي!"

گوڙو جي ڳالهہ الائي ڇو مونکي گنڀير ڪري ڇڏيو. سچ لڳي ڪانپوءِ مان جڏهن گهر پهتس تہ خبر پئي ڳوٺ وارا مُلي سلام جي اهڙي سڏ تي بہ دليا ٿي پيا آهن. هڪڙا چون پيا تہ هلجي، ٻيا چون پيا تہ ضرورت ناهي. نيٺ مُلان جي ڳالهہ ٻڌڻ لاءِ ڳوٺ جا ڪجهہ ماڻهو سيڙجي ڏاڏي حاجي واري مسيت ڏانهن روانا ٿيا. بابو پاڻيءَ جي واري تي ويل هو انڪري ڳوٺ وارن جي ڳالهين جو نشانو بڻجڻ کان بچڻ لاءِ امان مونکي صبح ساڻ ئي ان گڏجاڻيءَ ۾ شامل ٿيڻ لاءِ چئي ڇڏيو هو. راند تان واپس موٽڻ کانپوءِ پهريان چند گهڙين تائين تہ مان بہ گيسر ڪندو رهيس، پر ڳوٺ جي ٻين نوجوانن جو اوڏانهن ويندو ٻڌي امان مونتي بہ ڪٽي زور پريو. نيٺ وهنجي سهنجي اڇا اجرا ڪپڙا پائي مان بہ وڃي نماز واري وقت تي مسيت پهتس. عشاءَ جي نماز

پڙهي سيئي هڪ ٽولو ناهي مُلي سلام جي ٻاهريان ڦري ويناسين. مُلو سلام جنهن کي ڪجھ ماڻهو مولوي سلام بہ چوندا هئا, قرآن حديث جو ڄاڻو ۽ دين دنيا جي ناليِ وارن ماڻهن سان اٽيل ويٺل هو. هو پاڻ کي اسلام جو سچو سپاهي تصور ڪندو هو ۽ ڳوٺ جا اڪثر ماڻهو هن جي حڪم کي هرون پرون ٽارڻ جي همت نہ ڪندا هئا. هو بزار ۾ ملنڊڙ فيشني فوجي ڄيڪٽ پائيندو هو ۽ پاڪ فوج جي ٽوپي پائڻ جي خواهش هوندي بہ پائي نہ سگھڻ ڪري چاپهين ڪمانڊو ٽوپي پائيندو هو. نماز پڙهائڻ وقت اها لاهي رکندو هو ۽ ان جي جاءِ تي گول پٽن واري اڇي ٽوپي استعمال ۾ آڻيندو هو. سندس مدرسي نما مسيت ۾ هر وقت ماڻهن جي پيهہ لڳل هوندي هئي.

مولوي صاحب جڏهن ڳوٺ جي نوجوانن کي پنهنجي چوڌاري ويٺل ڏٺو تہ چيائين, "الحمدالله, جماعت سڳوري موجود آهي. آڏو فقط هڪڙو عرض رکڻو اٿم. اوهان کي اڳ ۾ ئي خبر آهي تہ اسان جي مجاهدن اُهو ڪم ڪري ڏيکاريو آهي, جنهن تي اسان سينيءَ کي فخر آهي. شيطان جي گھر ۾ وڃي ان جو نڪ وڍي ڇڏيو اٿن. جنهن جي نتيجي ۾ هن مچرجي مجاهدن مٿان بم ۽ ميزائل وسائڻ شروع ڪيا آهن. پراسان جو ايمان آهي تہ فتح فقط اسان جي ٿيندي! انشاءَ الله, جلد دنيا تي اسان جو غلبو ٿيندو. اسان سيني کي ثابت قدم رهڻو آهي. رب تعاليٰ کان دعا آهي تہ اسان جي ڳوٺ مان جيڪي مجاهد افغانستان ۾ جنگ تي ويل آهن سي سڀ سرخرو ٿين, ۽ توهان اسان کي بہ جي ان ڪارِ خير جو سڏ ٿئي تہ هڪدم الله اڪبر چئي ان لاءِ تيار رهڻ گھرجي."

ان تي جماعت مان ڪنهن زور سان نعرو هنيو, "نعرهِ تڪبير!"

"الله اڪبر!" گڏيل آواز آس پاس جي ماحول کي گرمائي ڇڏيو.

"جذاڪ الله!" مولوي صاحب چيو."جماعت اڳيان هڪ ٻيو عرض بہ رکڻو اٿم. صيهوني ملڪ مٿان حملي کان پوءِ مسلمانن مٿان سختي وڌيندي, پر اسان کي جنگ ۾ جاني ۽ مالي قرباني ڏيڻ وارو سلسلو جاري رکڻو پوندو."

سيني يڪ آواز ٿي وراڻيو. "انشاءَ الله!"

"انشاءَ الله!" مولوي صاحب بہ وڏي واڪي چيو.

اسانجي ڳوٺ مان ڪي نوجوان افغانستان ويڙهہ تي ويل هئا. انهن مان ڪجهہ جا پيئرءِ پائر ان ويل جماعت ۾ موجود هئا. انهن مان هڪ اٿي مولوي صاحب کي عرض ڪيو"قبلا سائين، منهنجي علي مراد جي خبر ونندا رهجو. توهان اڳ بہ ٻڌايو هو تہ مزارشريف واري معرڪي وقت هن جو اوهان سان رابطو ٿيو هو ۽ هو سلامتيءَ سان اتر افغانستان ۾ بچيل ڪفر جي نشانين جي خاتمي لاءِ وڏي بهادري سان وڙهي رهيو هو. بس، هُن جي خبر ونندا رهجو. اسان پنهنجو ٻچڙو اسلام جي حفاظت ۽ دنيا مان ڪفر جي خاتمي لاءِ اوهان جي حوالي ڪيو آهي."

"ائين نہ چئبو آهي، حمزه!" مولوي صاحب جيڪٽ پهريل مچيل کلهن کي لوڏيندي چيو"چئو تہ الله و تبارڪ تعاليٰ جي حضور ۾ اسلام جي خدمت ۾ پيش ڪيو آهي. آئون ڪير ٿيندو آهيان ايڏو وڏو وزن کڻڻ وارو ابا. بس، الله رب العزت کان دعا آهي تہ اوهان جي ڏنل اها قرباني قبول پوي!"

بس پوءِ، ان بعد سڄي جماعت ٽڙي پکڙي وئي. مولوي صاحب چند نوجوانن کي هٿ جو اشارو ڪري ويهڻ لاءِ چيو. جڏهن مان اٿڻ لڳس تہ مولوي صاحب ڏاڍي ناگواريءَ مان مون ڏانهن ڏٺو ۽ چيائين،" بہ درجا انگريزيءَ جا پڙهي پيو آهين نہ. ان ڪري بزرگن جي ڳالهہ نٿو ٻڌين!"

مون چيو" نہ سائين! بابا اڄ پاٽي جي واري تي ويل آهي، گهر اڪيلو آهي، ٻڪريون ٻاهر گهتي وٽ ٻڌيون بيٺيون آهن، متان ڪو هٿ هٽي نہ وڃي."

"بابلا! هن کان وڏي ڪا ٻي ڳالهہ ٿيندي!" مولوي صاحب مونکي چنبڙ پٽيندي چيو" هي جيڪا دنيا تي اسلام جي غلبي جي جنگ آهي، ان کان ڪا وڏي ڳالهہ ٿيندي؟ چا توکي اڳتي اهي ٻڪريون، اهي رڍون، اهي ڍڳيون ڪم اينديون؟"

"نہ سائين" مون ڏڄندي ڏڄندي وراڻيو.

"تہ پوءِ؟"

مولوي صاحب جڏهن مون ڏانهن ڏٺو تہ هن جون اکيون ٽانڊن جيئن ٻريون پئي. هن جا ڀرون ٽاڻجي ويا هئا، ۽ ڪماندو لباس ۾ هُو فوج جو ڪو غضب ناڪ جرنيل پئي لڳو.

مان ڊپ ۾ هڪدم هيٺ ويهي رهيس. منهنجي ڀر ۾ ڇهہ ست نوجوان ٻيا بہ ويٺا هئا. مولوي صاحب چيو، "توهان نوجوان آهيو. جي توهان پنهنجي ماءُ ۽ پيءُ لاءِ هٿ ڪمائڻ جي ڪوشش بہ ڪريو تہ ڪين ٻن ٽن هزارن کان وڌيڪ ڏياري نہ سگهندؤ. جي پڙهي نوڪريءَ جي چڪر ۾ لڳندؤ تہ بہ ڪلارڪي ۽ ماستريءَ کان سواءِ ڪجهہ بہ هٿ ڪونہ ايندؤ. مان توهان کي ان کان وڌيڪ ڏياريندس! اسان ماڻهن کي غيبي مدد آ. هو ڪنهن کان بہ نٽا گهرن، سواءِ الله جي! هِن هفتي مون وٽ ڪي الله جا نيڪ ٻانها اچڻا آهن، ڪن الله جي نيڪ نوجوانن کي پاڻ سان گڏ وٺي وڃڻ لاءِ! اوهان بہ پنهنجا نالا لکرايو، اوهان جي والدين جي بہ غيبي مدد ٿيندي "

نوجوانن مان ٻن ٽن تہ پنهنجا نالا لکرايا پر ٻن ٽن "انشاءَ الله" چئي مولوي صاحب کي مايوس ڪيو. مولوي صاحب مون ڏانهن ڏٺو. مون چيو" مولوي صاحب، مان پنهنجي والدين جي اجازت کان سواءِ نالو نٿو لکرائي سگهان. "

" ها، ابا، تنهنجو پيءُ بہ ڪڏهن مسيت ڏي لڙي ڪونہ آيو تون وري ڪهڙي اسلام جي خدمت ڪندين؟"

بابا جي نماز نہ پڙهڻ ڪري مولوي صاحب جي هن طعني تي مان پنهنجو ڪنڌ نوازي مسيت مان ٻاهر نڪري آيس. رستي تي، ڳوٺ ڏي ايندي، مان ڪاڪي ڦتوءَ جي ڇوڪري واتان اهو جملو ٻڌي دهلجي ويس تہ "ولائت مان جيئرو موٽيس تہ ٻهرين گولي مان خادو جي پيءُ کي هڻندس. هو عيد جي ڏينهن بہ عيدگاهہ ڏي نٿو لڙي!"

مان هاسڪار هنن جي پويان پويان پئي هليس. هو وڏي آواز ۾ ٻيون بہ ڌمڪيون ڏيندا پئي هليا. گهر پهچي، گهٽيءَ تي ڍنگهر چاڙهي، ٻڪرين سان رکيل کٽ تي هنڌ سولا ڪري سمهي پيس. رات جو خواب ۾ بہ مونکي مولوي سلام جي ساڳي جرح پئي ٻڌڻ ۾ آئي. صبح جو پيرن وٽان

رلهي چڪي جڏهن امان اتاريو تہ ان ويل بہ منهنجن ڪنن ۾ مولوي صاحب جي واعظ جا هٿوڙا پئي وسيا.

بابو رات جو دير سان پاڻيءَ جي واري تان موٽيو هو. صبح جو ٻڌايائين تہ "پر واري ڳوٺ مان ملان صادق ۽ فضل گدبيءَ جا افغانستان ويل ڇوڪرا خيرن سان ڳوٺ موٽي آيا آهن. پاڻ انهن کي مبارڪون ڏيڻ هلنداسين."

مونکي بابا جي ان ڳالهہ تي ڪو خاص تعجب ڪونہ ٿيو. ڇو تہ مونکي خبر هئي تہ بابا مُلن جي ڳالهين ۾ نہ پوندو هو پر هو اسان جي ڳوٺ ۽ ٿر جي نوجوانن کي افغانستان موڪلڻ جو سخت مخالف هو. انڪري جڏهن بہ خبر پوندي هيس تہ ڪو نوجوان جيئرو موٽي آيو آهي يا اتان ڀڄي نڪري آيو آهي تہ وٽس ڪهي ويندو هو ۽ سندس سر جي سلامتيءَ تي سرهو ٿيندو هو.

سو ان صبح مان ۽ بابا نيرن ڪري، ٻڪريون ڳوٺ جي ڌراڙ وٽ هٿيڪيون ڪري، اوڏانهن نڪري پياسين. رستي تي سمي واري ليسوڙيءَ وٽ اسان کي پنهنجي ڳوٺ جو ملهہ احمد مليو. پڇيائين، "ٻئي پيءُ پٽ سويري سويري ڪيڏانهن سنبريا آهيو؟"

حقيقت ڪري ٻڌائيسينس تہ چيائين، "اوڏانهن مردن جي تہ ڪا پهر ئي ڪونهي. باقي رنون آهن، وينيون روئن! ڇورن کي تہ رات ئي مولوي سلام وارن بانا هٽائي ڪيڏانهن ڪيرائي ڇڏيو آهي. ڇون ٿا تہ جنگ تان واپس اچڻ جي ڪا بہ ضرورت ڪونهي! اُهو وقت ويو جڏهن جيئري موٽڻ تي مائٽ مبارڪون وٺندا هئا. هاڻ چون ٿا تہ شهادت تي اچو. وڌيڪ توهان جي مرضي."

"شهادت بہ تہ ڪنهن جي نصيب ۾ لکيل هجي نہ!" بابا چيس، "وري بہ پنهنجن ڳوٺن جا ڇوڪرا آهن. جيئرا موٽيا آهن. اِن تي ايترو ارهو ٿيڻ جي پلا ڪهڙي ضرورت آهي؟"

"خبر ناهي، يار!" احمد ورائيو، "اسان بہ ٻڌو آهي تہ ڇورن کي ٻڌي ڏاڍي مار ڪيدي اٿن. لڳي ٿو تہ مولوي صاحب ناراض ٿيو اٿن."

”تہ؟“

”اهو ئي تہ متان پجي نہ آيا هجن، ۽ مولوي صاحب جي نالي ۽ ناموس کي ڪتي ڏڪ نہ رسايو هجين!“

”ها، يار! اها ڳالهہ ٿي سگهي ٿي.“ بابا چيو.”اها سڄي باهہ ان مڇي مواڙ ٽيل ڦيلي جي تہ ڏنل آهي. پر خير آ! مولا چڱي ڪندو. چڱو اسان وري بہ ٿي ٿا اچون.“

”ها، ها_ ڀلي توهان ٿي اچو!“

ائين ڪاڪي احمد کان چنبائي نڪتاسين. ٻن ڪلوميٽرن جو پنڌ هو. اڌ ڪلاڪ ۾ وڃي اتي پهتاسين. مولوي صادق وارن جو ڳوٺ اڌ پڪو ۽ اڌ ڪچو هو. مسيت بہ ڪچي اوڏڪي پٽ جي ٺهيل هئن. اسان ڳوٺ جي گهٽيءَ وٽ بيهي گهاٽن سرينهن وڻان سڏ ڪيو. هڪ ڇوڪر پجندو آيو. مولوي صادق جو پڇيوسين تہ ٻڌايائين،”وڏي مولوي انعام گهرايو اٿن، اوڏانهن ويا آهن.“

مولوي انعام کي آسپاس جي ڳوٺن وارا مولوي ڪمانڊو چوندا هئا. هن وٽ پري پري کان ملان، مولوي ۽ خطابي ڪهي ايندا هئا. وٽس ڀانت ڀانت جي ماڻهن جي ريل پيل لڳل هوندي هئي. سڄي ملڪ مان ماڻهو ڪهي اچي ساڻس مدرسي ۾ ملندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن غير ملڪي ماڻهو بہ مدرسي ۾ اچي مهمان ٿيندا هئس. تڏهن اسان جا والدين چوندا هئا تہ ”الله جا ٻانها آيا آهن.“ انهن جي ڪا خاص سڃاڻپ تہ نہ هوندي هئي پر ”مومن“ ۽ ”ٻانهن“ جي نالن سان سڏبا هئا. سندس مدرسي وٽ رات دير تائين ڪارن شيشن واريون ڊبل ڪيبن ڊاٽسنون، لينڊڪروزر گاڏيون ۽ ٽو ڊي ڪارون قطارون ڪري بيٺل هونديون هيون. ضلعي جا اعليٰ عملدار بہ هن جي عزت ڪندا هئا. اسان جي ڳوٺ وارو مولوي سلام هن جو نائب هو. ايڏي وڏي ماڻهو جو ڪين گهرايو هو تہ ڳوٺ جا سڀ مرد سندس سڏ پرڻ هليا ويا هئا. اسان سڏ ورنائي ڀهتل نوجوان کان پڇيوسين،”ماسي ڪمُل تہ ويئي آهي نہ، جنهن جو پٽ ولائت مان موٽيو آهي، افغانستان مان؟“

"ها. ها. اها ويني آهي." ڇوڪر تڪڙ تڪڙ ۾ وراڻيو "پر اها ملي ڪنهن سان ڪونہ ٿي."

"ڇو پٽ؟ ڇو ڪونہ ٿي ملي؟" بابا بہ تڪڙ تڪڙ ۾ ڳالهايو."مان تہ هن جو ياڻج آهيان. وڃ. وڃي سگهو ٻڌائيندس تہ لالڻ آيو آهي. ڪاتون وارو پٽڙا وڃ. شاباس!"

ڇوڪر ڊوڙندو ويو ۽ بہ ٿي منٽ رکي موٽي آيو.

ڇيائين، "اچو!"

اسان مولوي صادق جي ويڙهي اندر داخل ٿياسين. هن جو ٽن چئن گهرن جو ويڙهو هو. ٻہ پٽ شادي شده هئس. هڪڙو تہ رات ئي افغانستان مان موٽيو هو. ويڙهي اندر هڪ جوڙو ڏڳن جو ۽ ٻہ ڳئون نظر آيون. ڏڳن ڪاٺ جي آهورن ۾ گاهہ پئي ڪاڌو. ڪجهہ ڪڪڙين هيڏانهن هوڏانهن ڏڳين جي ڇيڻن وٽ پئي ڪاٺوڙا ڪيا. اسان ڪکائين ڇپرن هيٺ مڙيل ماين ڏانهن وڌياسين. انهن مان هڪ ٻن جي روئڻ جو آواز ڪنن تي پيو. مونکي ٿوري پريشاني ٿي، پر بابا اڳتي وڌي سلام ورايو. ناني ڪمُل ماين جي جهنڊ مان اٿي سندس آڏرياءَ ڪيو. هن جڏهن ڳالهايو تہ هن جو آواز وينل هو ۽ اکين مان لڙڪ پئي وهيس. ڪجهہ زائفائون اجا بہ رنيون پئي. ڇڻ تہ ڪو ويجهو عزيز مري ويو هجين!

اسان کي ناني ڪمُل پنهنجي ڇپرڙي هينيان پيل اونڌي ٽيل ڇڳل کٽ جي پر سان پٽ تي وڇايل رلهي تي هلي ويهاريو. بابا کان حال احوال ورتائين. امان ۽ ناني خاتون جو پڇيائين. منهنجي باري ۾ ڇيائين تہ هن کي الله جي راهہ ۾ ڇو نٿو موڪلين؟ بابا لحاظ رکندي ڇيس،"اجا هيءُ پڙهي پيو. پڙهائي مڪمل ڪري وني پوءِ مالڪ جيئن ڇاهيو تيئن ڪندا سين."

"تنهنجو پاءُ عزير بہ رات پنهنجو صدورو منهن کڻي هت پهتو آهي. اسان تہ دعائون پئي گهريون، شل، اسان وٽ سندس شهادت جي خبر پهچي! پر لڳي ٿو تہ ڇوڪرو اڄ تان موٽي آيو آهي!" ناني ڏکاري لهجي ۾ ٻڌائيندي ڇيو"هت سڄو راڄ پيو اسان تي کلي، ٺهڪ ڏئي تہ_ ڪاٺو پٽ رستي تان ئي

پڇي آيو آهي! خوار ڪري ڇڏيو اٿس. سڄي تر ۾ ڳالهه پکڙجي وئي آهي. اسان تہ ڪنهن سان ملڻ جهڙا بہ نہ رهيا آهيون!"

مونکي حيرت ٿي تہ ناني پٽهين جي جيئري موٽي اچڻ تي ڏکاري آهي! جي مري وڃي ها تہ شايد خوش ٿئي ها.

بابا چيس، "بس ماسي، مالڪ جي مرضي آ جڏهن وڃي ڪنهن جو ڏنل نذرانو قبول ڪري. تون همٿ نہ هار. الله چاهيو تہ تنهنجي ڏنل شئي ضرور ڪنهن نہ ڪنهن طرح سان پنهنجي راهہ ۾ اگهائيندو. هو ڪنهن کي مايوس ڪرڻ وارو ناهي."

"مايوس تہ، پٽ، مان بہ ناهيان،" ناني ڪمل چيو" پرجي اسان جو ڪو هڪڙو بہ شهيد ٿئي ها تہ اسان جي هن ڳوٺ تي رحمتون وسن ها. هت تون ڏسين ها تہ هِزارين ماڻهو جيپن موٽرن تي چڙهي عزيز جي پيءُ سان ياڪر پائي ملن ها، ۽ مبارڪون ڏين ها. ۽ اسان سيني جا گهر اڄ بهشت ۾ هجن ها. هو ڏس هن جون پيٽون ڪيڏيون نہ ڏکاريون آهن! هن جي زال رات کان روئڻ وِيٺي آهي، هينئر تائين ڪجهہ بہ نہ کاڌو اٿس. اڄ حورون منهنجي بچڙي کي پنهنجن هنجن ۾ سمهاريو مٿس ڳيچ پيون ڳائين ها، ۽ مان ان بهشتي ٻچڙي جي ماءُ مرڪي مرڻ جو انتظار ڪريان ها."

"بس ماسي،" بابا چيو"نصيب جي ڳالهہ آهي!"

مونکي ائين لڳو ڄڻ تہ اسان ناني ڪمل وٽ سندس ٻچڙي جي بچي وڃڻ تي مبارڪ باد ڏيڻ نہ پر هن جي تعزيت ڪرڻ آيا هئا سين. ڇو تہ هن ڪنهن بہ حالت ۾ هن جي جيئري موٽي اچڻ کي پسند نہ پئي ڪيو.

اسان پندرهن ويهہ منٽ ويٺا سين، پر ناني ڪمل اسان کان چانهہ ۽ پاڻي جو بہ نہ پڇيو. مت ۽ دلا اونڌا هجڻ سان گڏو گڏ شايد هنن جون چلهون بہ وسائل هيون.

بابا ۽ مان گهڻو ڪونہ پئي ويهي سگهياسين. ڇو تہ ناني ڳالهيون ئي اهڙيون پئي ڪيون جيڪي الائي ڪهڙي جهان جون هيون. سو جلد ئي کانئس موڪلائي گهر روانا ٿياسين. رستي ۾ بابا مونسان ڪٿي بہ ڪو نہ

ڳالهايو. هن تي يڪو هڪ پراسرار چُپ طاري هئي. الائي ڇا ڇا پئي سوچيندو هليو. گهر پهتا سين تہ بابا جلديءَ ۾ کٽ تي ليٽي پيو.

مون امان کان پڇيو تہ "ائين ڇو آهي تہ ناني وارا عزير جي موٽي اچڻ تي ڏڪارا آهن؟"

امان وراڻيو"بابلا! ماڻهن کي مرڻ جا پئسا ٿا ملن. شهادت جو رتبو الڳ، ۽ اوڙي پاڙي ۾ عزت. هڪڙي پٽ جي قرباني ڪري ڪنهن جي دنيا ۽آخر نهي پوي تہ ان کي ٻيو ڇا کپي!"

مون محسوس ڪيو تہ امان جي لهجي ۾ تلخي هئي،احساس محرومي جي جهلڪ هئي. هن مونکي عجيب نظرن سان تہ پئي ڏٺو ڇڻ تہ خاندان جي غربت جو ڪارڻ مان هوس.

بابا کي الائي ڇا ٿيو جو کٽ تان پڙڪو ڏيئي اٿيو.امان سان مخاطب ٿيندي چيائين،"ڪهڙا ٿي سبق پڙهائين پٽهين کي! تنهنجو ڇا خيال آهي تہ چند ٽڪن عيوض مان پٽ کي انهن ملن جي پيدا ڪيل جنجال ۾ وجهان، جيڪي پاڻ تہ وينا دنيا جهان کان پئسا وٺيو ڪاروبار ڪن، ۽ غريب غربي جا ٻار پرتي ڪيو پيا بي ڪفنا رلائين! ڪونہ ٿي کپي اسان کي اهڙي بهشت. اسان جي بهشت اسان جون ٻنيون آهن. هي اسان جا کيت ۽ اسان جو پورهيو آهي. محنت ۾ ئي اسان جي عظمت آهي. ڪونہ ٿي گهرجي اسان کي لاشن عيوض بهشت!"

ماحول گرم ٿي ويو. امان ماٺ ڪري ڪنهن پاسي هلي ويئي، ۽ بابا بہ اٿي ڪوڏر ڪلهي تي ڪري ٻني ڏانهن روانو ٿي ويو.

ٻي صبح جو گهٽيءَ وٽان نڪري اسڪول ڏانهن پئي ويس تہ رستي ۾ نندي مولوي ڪماندو جو پاءُ علي مليو. چيائين،"اڄ اسڪول جي تہ موڪل آهي. تون ڪتاب ڪنيو ايڏانهن ڪيڏانهن پيو وڃين؟"

پڇيومانس تہ" ڇو؟ ڇا ٿيو آ جو اسڪول جي موڪل ٿي آ؟"

"توکي خبر ناهي؟"

"نـا" مان حيرت مان ڏانهن ڏسڻ لڳس.

"توهان ڪنهن ڳالهہ ۾ هجو تہ خبر پويوَ!" هن ڪاوڙ گاڏڙ لهجي ۾ مونکي چنبيندي چيو"سائين قدوس اسلاميات واري جو ياءُ افغانستان ۾ شهيد ٿي ويو آهي. سڄو اسڪول سندس ڳوٺ ۾ لتل آهي."

مونکي حيرت ٿي تہ اسان جي ڳوٺ مان اها خبر مون تائين ڇو نہ پهتي. اسان جي ڳوٺ جا بہ تہ ڪجهہ ڇوڪرا اتي وڙهيا پئي. بهرحال، مان جڏهن واپس موٽيس تہ ڏٺم ڳوٺ وارن نهي سنبري سائين قدوس جي ڳوٺ وڃڻ جون تياريون پئي ڪيون. امان بہ اوڏانهن وڃڻ لاءِ پئي تيار ٿي. هن وٽ جيڪو هڪ اڌ نئون جوڙو هو سو پاتائين. سائين قدوس جي ياءُ جي شهادت جي ڳالهہ وڏي ڪماندو مولوي پهچائي هئي. اهي سڀ تياريون بہ هن جي معلومات تي پئي ٿيون. امان ڳوٺ جي ماين سان گڏجي اوڏانهن هلي وئي. مان ۽ بابا وينا رهيا سين.

مون بابا کان پڇيو"بابا، توهان نہ ويئو؟"

"ڇا وڃي ڪيان ها، پٽ!" بابا ڏڪارو ٿيندي چيو"اُت تہ بجاءِ ڏک ڪرڻ جي ماڻهو سائين قدوس کي مبارڪون ڏيندا. هو مرڪي ماڻهن کان مبارڪون وٺندو. ياڻس تہ الاءِ ڪهڙي سياست جي ور چڙهيو پر هيءُ ۽ مولوي ڪماندو هن جي شهادت جي قيمت وصول ڪندا. هنن کي اهو سمجهايل آهي تہ روئڻو پٽڻو اصل ناهي، التو خوش ٿيڻو آهي تہ جيئن وڌ کان وڌ ماڻهو اوڏانهن وڃن! پٽ، پنهنجي وطن جي حفاظت ڪندي ماڻهو مري تہ بہ چڱو. ان کي ڪٽي ماڻهو شهيد چوي پر هت تہ مسلمان مسلمان سان پيو وڙهي. هيءُ جيڪا لاٽ لڳي آ پنهنجي نوجوان کي، تنهن تہ سندس مغز ئي پورو ڪري ڇڏيو آ. ڪيس خبر ئي نہ ٿي پوي تہ ڪنهن سان پيو وڙهان! دشمن سان يا پنهنجو پاڻ سان؟ سو پٽ پاڻ کان اهڙي پڪائي ڪونہ پڄندي مان اُت ويس تہ روئي ڏيندس. سائين جو ياءُ هتان جڏهن ويو هو تہ تو جيڏو نوجوان هو. پاڻ مزي سان ويني نوڪري ڪيائين ۽ هُن ابهم کي مولوي ڪماندو جي ور چاڙهي ڇڏيائين. هاڻ هو وينو ڳوناٽن جي لاشن جا سودا ڪري! پاڻ کان ڪونہ ٿيندو وڃڻ، پٽ! موت برحق آهي، پر الله پنهنجن پٻن ۾ ماري، پنهنجي لاءِ اهو ئي ڪافي آهي!"

بابا جي اکين ۾ لڙڪ تري آيا. هن قميص جو اڳيون بالو مٿي ڪري پنهنجا لڙڪ اگهيا، ۽ چيائين،"تون انهن ڳالهين تي ڌيان ئي نہ ڌر. اهو فتنو آهي، پاڙ ڪي ان جو حصو ناهي تيٺو.جن جون اکيون آسمانن ڏانهن آهن سي اڪو ئي وچي اتي رهن، انهن کي ڪنهن جهليو آهي؟ پر هين کي تہ هتي سک سان رهڻ ڏين! اسان جي ڌرتي ئي اسان جو آسمان آهي. اسان کي اتان ڪجي ڪيڏانهن بہ ڪونهي وڃڻو! "

بابا کي مون پهريون ڀيرو ايئن ڳالهائيندي ٻڌو هو. هن جي ڳالهين مون ۾ سگهہ پئدا ڪئي. مون ڪنڌ هاڪار ۾ لوڏي هن جي تائيد ڪئي، ۽ سامهون منَهہ هينيان رکيل پاٽيءَ جي پاٺوڙن ۾ گهڙي ڪجهہ جهرڪين بہ تڙڳي بي خوفي ۽ خوشي جو اظهار ڪيو.

# ڪاچو پبليڪيشن جا ڇپيل ڪتاب

| | | |
|---|---|---|
| .1 | ڏرتيءَ جا ٻار (شاعري) محمد علي ماجد | 30 رپيا |
| .2 | ٻتين واري ناني (بايو گرفيڪل ناوليٽ) اڪبر جسڪاڻي | 50 رپيا |
| .3 | رمون پيئي (ڪهاڻيون) اڪبر جسڪاڻي | 40 رپيا |
| .4 | سپر مين (ڪهاڻيون) طارق قريشي | 50 رپيا |
| .5 | خير و حجم (ڪهاڻيون) اڪبر جسڪاڻي | 40 رپيا |
| .6 | آئيندو (ڪهاڻيون) منظور جوکيو | 120 رپيا |
| .7 | مٽيءَ جا رانديڪا (شاعري) ادل سومرو | 30 رپيا |
| .8 | ڪراچي: سنڌ جي مارئي (تاريخ) گل حسن ڪلمتي | 800 رپيا |
| .9 | سنڌ ۽ هند جون ٻاراڻيون ڪهاڻيون مرتب: محمد علي ماجد | 30 رپيا |
| .10 | جيجل منهنجي ماءُ (ڪهاڻيون) امر جليل | 200 رپيا |
| .11 | پڳل رانديڪو (ناول) انور ابڙو | 60 رپيا |
| .12 | اندرا ( ڪهاڻيون) امر جليل | 180 رپيا |
| .13 | چنڊ وسامي ويو (ڪهاڻيون) امر جليل | 150 رپيا |
| .14 | ڍهندڙ ليڪا (ڪهاڻيون) رزاق مهر | 100 رپيا |
| .15 | آچر جا احوال (ڪهاڻيون) ادل سومرو | 20 رپيا |
| .16 | بندر بازاريون (سفر نامو) الطاف شيخ | 150 رپيا |
| .17 | ادب ۽ سياست (ڪهاڻيون / ڪالم) امر جليل | 270 رپيا |
| .18 | وايون وڻجارن جون (سفرنامو) الطاف شيخ | 200 رپيا |
| .19 | پنهنجي گهر ۾ اجنبي (ناول) قبول ابڙو | 120 رپيا |
| .20 | سرد لاش جو سفر (ڪهاڻيون) امر جليل | 250 رپيا |
| .21 | خواب خوشبو ڇوڪري (ناول) ماهتاب محبوب | 190 رپيا |
| .22 | لهندڙ سج جي لام (قصا ڪٿائون) امر جليل | 220 رپيا |
| .23 | سنڌنامو (تاريخ جا نوان ۽ پراڻا ورق، اولڙا ۽ عڪس) امر جليل | 220 رپيا |
| .24 | گلڙن جهڙا گهاءَ (ڪهاڻيون) اڪبر جسڪاڻي | 20 رپيا |
| .25 | نئين دور جا نوان سبق (ٻارن لاءِ طنزيه سبق) ادل سومرو | 40 رپيا |
| .26 | ڏونگر سي ڏوريندي يون (خط)، سهيڙيندڙ: سيد ضيا / منير شاهه | 220 رپيا |
| .27 | چيني ۽ چريٽ جون ڪهاڻيون، امر جليل | 200 رپيا |
| .28 | آتم ڪٿا، امر جليل | 380 رپيا |
| .29 | فدا حسين ڦوڏني، ڏٽي بخش ڏني ۽ ڦندڻ جا ڪالم، امر جليل | 200 رپيا |
| .30 | پيهي منجهه پاڻ، بدر ابڙو | 200 رپيا |
| .31 | امر جليل جي سنڌو امر جليل | 200 رپيا |

| | | |
|---|---|---|
| .32 | هيءَ منهنجي سنڌ تہ ناهي، امر جليل | 340 رپيا |
| .33 | سنڌو بقا، مان فنا آهيان، امر جليل | 220 رپيا |
| .34 | آتم ڪتا آڏي پچائڻ ۾ _ امر جليل | 350 رپيا |
| .35 | جمود، امر جليل | 200 رپيا |
| .36 | هي حسن..... ماهتاب محبوب | 220 رپيا |
| .37 | اڌ صديءَ جو اوجاڳو... انور ابڙو | 250 رپيا |
| .38 | منهنجي نصيب ۾ تون نہ آهين_امر جليل | 220 رپيا |
| .39 | جڏهن سنڌ ۾ باهہ ٻري _ بدر ابڙو | 350 رپيا |
| .40 | Amar Jaleel _ Love Longing and Death | 350 رپيا |
| .41 | محبتن جا ٻہ ناوليٽ _ محمود مغل | 220 رپيا |
| .42 | زوال جو عڪس _ امر جليل | 250 رپيا |
| .43 | ڪراڙو ڳڌڙ _ امر جليل | 300 رپيا |
| .44 | امر جليل نمبر سهڙيندڙ: پروفيسر محمد سليم ميمڻ | 200 رپيا |
| .45 | ۽ پوءِ... (شاعري) ارم محبوب | 200 رپيا |

امر لغاري سانگهڙ جي تاريخي ۽ ماحولياتي طور زرخيز خطي مکي ٻيلي جي ڪنڌيءَ جي اهڃاڻن کان سڌ پنڌ تي آباد هڪ ننڍڙي ڳوٺڙي ۾ پيدا ٿيو. گريجوئيشن تائين تعليم سانگهڙ ۾ حاصل ڪيائين پر ماسٽرس انگريزي ادب ۾ سنڌ يونيورسٽيءَ مان ڪيائين. سندس لکڻين جا شعبا افسانوي ادب، تاريخ، ايڪالاجي ۽ ماحوليات رهيا آهن. ڪارل ساگان، اوريانا فلاسي ۽ گراهم گرين وانگر ادب ۽ صحافت گڏو گڏ هلندا اچن. اميتاو گهوش وانگر تاريخ کي فڪشنلائيز بہ ڪيو اٿس. "عبرت" اخبار ۾ ڇپيل ڪالم ماحوليات ۽ ادب سان گڏ سندس نظرياتي پختگيءَ جو ثبوت بہ آهن. سندس ڪهاڻين جو پهريون مجموعو "لٽ اوراڻي دنيا" سال 1999ع ۾ ڇپيو تہ ادبي حلقن ۾ بلي بلي ٿي ويئي. انڪان پوءِ سندس قلم کي ڪڏهن بہ زنگ نہ لڳو. اڃڙي ٿر جي سوشيالاجي ۽ انٿراپالاجيءَ تي "موڪي" ناولٽ لکي پڙهندڙن کي چڱي نموني ڌوڏيائين تہ ٻئي پاسي سنڌو درياهہ جي ڊيلٽا ۽ ناري جي ايڪالاجي تي ڪتاب "جت سنڌوءَ ۾ سمنڊ وهي ٿو" ۽ "ناري جي ڪناري" لکي ماحوليات ۾ چڱو خاصو نالو ڪمايائين. ڪجهہ وقت "ڊان" اخبار جي صفحن تي بہ لکندو رهيو. سندس ڪهاڻين جا موضوع، ڪردار ۽ ماحول، مکيءَ جي ماڻهن جون جيئريون جاڳنديون حقيقتون آهن. جن ۾ بک، غربت، بيروزگاري، احساس محرومي، ٻوڏ، ڏڪار، ماحولياتي تبديلين ۽ گم ٿيندڙ ٻهراڙين جي نج رسمن روايتن ۽ ڪلچر تي قلم ڪنيل آهي، جن مان هو پاڻ بہ گذريو آهي. انهن ڪهاڻين مان توهان کي صبح جي وقت مکيءَ جي ماڪ ڦڙن ۾ پنل گاهہ جهڙي خوشبوءِ ايندي. سندس ڪهاڻين جا اڪثر ڪردار بہ هتي جا ڏٺل وائٺل، اڻوڄهہ ۽ سادا ماڻهو. فني طور سندس ڪهاڻيون ڏاڍيون سگهاريون آهن. سڌي سادي ٻهراڙيءَ جي ٻوليءَ جون سهڻيون سيبتيون تشبيهون، مکيءَ جي پوري مينهن وانگر پرڪشش تخليقي جهٽ ۽ پڙهندڙ جي ذهن تي هٿوڙو هڻندڙ ڪلائيميڪس. آمريڪا جي وليم فاڪنر کان وٺي چين جي موبان تائين وانگر لکڻين ۾ پنهنجي علائقي جي پيچرن تي پنڌ ڪندي نظر اچي ٿو. هو پنهنجين ڪهاڻين ۾ ننڍڙين ننڍڙين شين، ڪيفيتن کي چٽيندي ڪٿي ڪٿي رشين ماسٽرس جي ياد بہ ڏياري ٿو. لکڻين ۾ اڃڙو ٿر ۽ مکي سندس محبوب موضوع رهيا آهن.. سندس شخصيت جي ٻي خوبي ادب ۽ ماحول سان ڪمٽمينٽ آهي. پنهنجي سياءَ ۾ نهٺيلو ٻهڳڻو هيءُ شخص، سانگهڙ جي نوجوان اديبن جو گروبہ آهي، جيڪو بغير نڌ وڏائي جي ساڻن علم جون ڳالهيون شيئر ڪندو رهندو آهي. ڏسون تہ سندس هيءُ ڪتاب پڙهندڙ کان ڪيئن ٿو ڇرڪ ڪيرائي، سو پڙهندڙن تي مکياري ڇڏجي ٿو.

**منظور ملاح**

سانگهڙ سنڌ



ISBN: 978-969-9544-36-1
Price: Rs. 160
Facebook.com/kachhopublicat...

نادوارو

[ڪهاڻيون]

امر لغاري

47

# پڙهندڙ نَسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻِڪَ ”لُڙهندَڙ نَسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندَڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، جُرندڙ، ڪِرَندڙ، اوسيئڙو ڪَندڙُ، ياڙي، ڪاٽُو، ياڇوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙَهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سَگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سيني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوُٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌائڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪَ ٻِئي کي ڳولي سَهڪارِي تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪو بہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهڙي دعويٰ ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو ڪُوڙو آهي. نہ ئي وري پَنَ جي نالي ڪي پئسا گڏ ڪيا ويندا. جيڪڏهن ڪو اهڙي ڪوشش ڪري ٿو تہ پَڪَ ڄاڻو تہ اُهو بہ ڪُوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻن جا پَنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پَڙهندڙ نَسُل وارا پَنَ بہ مختَلِف آهن ۽ هوندا. اُهي ساڳِئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، بَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهندڙ يا وِڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بہ ٿي سگهن ٿا. پين لفظن ۾ پَنَ ڪا خُصوصي ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تہ پَنَ جا سڀ ڪَم ڪار سَهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پر ممڪن آهي تہ ڪي ڪم اُجرتي بنيادن تي بہ ٿِين. اهڙي حالت ۾ پَنَ پاڻ هِڪَٻِئي جي مدد ڪَرڻ جي اُصولَ هيٺ ڏي وَٺُ ڪندا ۽ غيرتجارتي non-commercial رهندا. پَنَ پاران ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪو بہ مالي فائدو يا نفعو حاصل ڪرڻ جي ڪوشش نہ ڪئي ويندي.

ڪتابن کي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ ڪان پو ٻيو اهم مرحلو وِرهائڻ distribution جو ٿيندو. اِهو ڪم ڪرڻ وارن مان جيڪڏهن ڪو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جڻن جڻن جاڙ وڏي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موٽي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄ ڪلهہ نيلا پيلا آهن:
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٿين، جيڪي بہ ڪٿين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ -

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ "هاٽي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو" ناداني‌ءَ جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڻ کي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر کڄي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اٽڪاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، ڇالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوشش ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽل گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا. بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

وڻ وڻ کي مون ڀاڪي پائي چيو تہ "منهنجا ڀاءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)